# معصوم يا دهشتگرد

(ناول)

ڊاڪٽر عمر دراز خان

ترجمو

ڊاڪٽر امجد سراج ميمڻ

احساس انفرميٽڪس

ناول: معصوم يا دهشت گرد
ليکڪ: ڊاڪٽر عمر دراز خان
سنڌي ترجمو: ڊاڪٽر امجد سراج ميمڻ
ڪمپوزنگ: سنگم پبليڪيشنس
سچل ڳوٺ، ڪراچي # 0345 2225458

ٽائيٽل ڊزائن: امين بيگ - خالد مرزا
پرنٽر: شاد پرنٽر، ناظم آباد نمبر 2، ڪراچي
پبلشر: احساس انفرميٽڪس
سال اشاعت: آگسٽ 2015ع
قيمت پاڪستان: /300 برطانيا 5 پائونڊ

اهي ناول جا سڀ واقعا، مڪالما ۽ ڪردار، سواءِ ڪنهن تاريخي شخصيتن ۽ حوالن جي، مصنف جي علامتي ڪاوش آهي جنهن جو حقيقت سان ڪو تعلق نه آهي. تنهن هوندي به ڪنهن ڪردار، واقعي ۽ مڪالمي جي ڪنهن سان حقيقي مشابهت، بس اتفاق ئي سمجهيو ويندو.

پبلشر:
احساس انفورميٽڪس
AHSAS INFORMATICS
ahsasinfo@yahoo.com

| | |
|---|---|
| Novel: | MASOOM YA DAHSHATGARD |
| Author: | Dr. Umar Daraz Khan |
| Translation: | Dr. Amjad Siraj Memon |
| Composing: | Sangampublication<br>Sachal Goth, Karachi, Ph: 0345 2225458 |
| Title : | Amin Baig – Khalid Mirza |
| Printer: | Shad Printr, Nazimabad No:2, Karachi |
| Publisher: | AHSAS INFORMATICS |
| Edition: | August 2015 |
| Price: | Pak 300/ UK 5 Pound |

London Office: Reshape House 2–4, High Street
Reshape Business Centre.
2–4 High Street West Mailing ME 196QR.
Email: mrumarkhan@aol.com

هن ناول ”معصوم يا دهشت گرد“ جي رونمائي جي تقريب سيپٽمبر 2013ع ۾ لنڊن ۾ ٿيل ” فيض ميله“ ۾ ٿي. ان رونمائي واري تقريب ۾ ڊاڪٽر مالڪ (بلوچستان جو وڏو وزير)، واجد شمس الحق (پاڪستاني هائي ڪمشنر)، محترمه سليمه هاشمي (فيض احمد فيض جي نياڻي)، ضياءُ محي الدين ۽ ٻين شرڪت ڪئي هئي.

ان ڪان علاوه هن ناول جي ”تقريب پذيرائي“ 27 ڊسمبر تي پاڪ ٽي هائوس لاهور ۾ پاڪستان پروگريسو رائٽرس ايسوسيئيشن جي زير اهتمام به منعقد ڪئي وئي هئي.

# ارپنا

پيار جو پورهيو سيکاريندڙ
بابا سائين
سراج ميمڻ کي
جنهن سدائين
روشن خياليءَ جو درس ڏنو

ڊاڪٽر امجد سراج ميمڻ

# مصنف پاران

پاڪستانين جي وطن سان محبت کي جذهن بہ ڏنگيو ويو تہ ان جي پنيان هميشہ اسان کي لڪل نانگن جا ڦڻ نظر آيا. پاڪستان جي جائز يا ناجائز حڪمرانن هميشہ پاڪستان ۽ ان جي غيرتمند عوام جو صفا سستو سودو پئي ڪيو آهي. اهڙن حڪمرانن جو يا انهن جي اقتدار جو خاتمو ڪٽي ڪيئن بہ ٿيو هجي، پر انهن جي پوکيل ٻجن هاڻ ٻيہر جي وڏن وڻن جي شڪل وٺي چڙي آهي. اهڙن ئي ڪنڊن سان ڀريل هڪ وڻ مذهبي انتها پسندي جو بہ آهي، جنهن جو ڪنڊن ڀريل سهرو ضياءالحق جي سر تي سجيل آهي. اهو اهڙو وڻ آهي جيڪو هن آمر حڪمران پنهنجي هٿن سان پوکيو ۽ سعودي عرب، آمريڪا ۽ نالي ماتر اسلامي جماعتن پنهنجي هٿن سان ان جي آبياري ڪئي ۽ پروان چڙهايو. ان ٻوٽي کي اهڙو ڪنڊن وارو وڻ ٺاهڻ ۾ جيڪو ڪردار بنياد پرست جماعتن ادا ڪيو ان کي ڏيهي ۽ پرڏيهي تاريخدانن سچائي سان لکيو آهي. ان عمل ۾ تعليمي ادارن جي تقدسن جي لتاڙ ڪئي وئي. دهشتگرديءَ جو نشانو ناهيو ويو ۽ راتو رات تعليم جي نالي ۾ مدرسن جي شاگردن کي ترقي پسند سوشلسٽ روس خلاف استعمال ڪيو ويو. روس جي شڪست کان پوءِ بہ اهي شاگرد (طالبان) ڪشمير ۽ افغانستان ۾ استعمال ڪيا ويا. ان

موتمار مرض جو زهر شايد پنهنجو موت پاڻ ئي مري وڃي ها پر القاعده جي سرگرمين ۽ يارهين سيپٽمبر جي حملي ڪانپوءِ افغانستان تي آمريڪي حملي انهن مدرسن ۾ نئون روح ڦوڪي ڇڏيو. هن دفعي آمريڪا کي پنهنجي پيدا ڪيل مرض جي دوا پاڻ ئي پيئڻي پئي آهي. القاعده کي ختم ڪرڻ ڪانپوءِ آمريڪا طالبان خلاف فوجي جنگ جاري رکي، جنهن جو نقصان عام پشتونن کي سهڻو پيو. ڊرون حملن جي ڪري هزارين بيگناهه پشتونن کي پنهنجي حياتيءَ تان هٿ کڻڻو پيو جن ۾ اڪثريت ٻارن ۽ عورتن جي هئي. انهن ڊرون حملن جي سبب طالبان کي ڀيهر ڀرتيون ڪرڻ جو موقعو فراهم ڪيو. ڪيترن ئي غيرتمند پشتونن کي نه چاهيندي به ان جنگ ۾ طالبان سان شامل ٿيڻو پيو. انهن ڊرون حملن نه فقط خيبرپختونخواهه ۾ جنگ جهڙيون حالتون پيدا ڪيون پر ان زهر کي سڄي پاڪستان ۾ ڦهلائي عوام کي ورهائي ڇڏيو. ٻين جي اشاري تي نچندڙ پاڪستاني حڪومت ڪو به اهڙو سخت قدم نه کنيو جنهن ذريعي ان بين الاقوامي جنگي ڪاهه کي روڪي سگهجي. نه فقط بيشمار بيگناهه پشتونن جون زندگيون ضايع ٿينديون رهيون، پر آپگهاتي حملن ۽ بم ڌماڪن جي نتيجي ۾ ملڪ جي سيني حصن ۾ رنگ، نسل ۽ مذهب جي تفريق ڪئي بنان خون سان هولي کيڏي پئي وڃي.

اڄ اسان جي ملڪ ۾ قتلام جي بازار، انهن انتهاپسندن جي پيدا ڪيل آهي. نه فقط انهن مدرسن مان پڙهي نڪتل شاگردن کي

مختلف فرقن کي هزاره قوم جي خلاف استعمال ڪيو پيو وڃي، پر ان سان گڏ ملڪ ۾ عورتن ۽ ڇوڪرين کي روزگار ۽ تعليم حاصل ڪرڻ کان محروم رکڻ ۾ بہ اهي مدرسا اهم ڪردار ادا ڪري رهيا آهن. ملالہ تي حملو بہ ان سلسلي جي هڪ ڪڙي هئي. هڪ سازش تحت پاڪستان ۾ ڦهلجندڙ روشنين کي اونداهہ ڏانهن ڌڪڻ وارن کي ان وقت سخت مايوسي ٿي جڏنهن پاڪستانين جي اڪثريت جنهن ۾ عورتون ۽ شاگرديائيون بہ شامل هيون، اهي احتجاج ڪندي رستن تي نڪري آيون ۽ هڪ زبان ٿي ملالہ تي حملي جي سخت مذمت ڪيائون.

جيئن ڊاڪٽر امين بيگ پنهنجي تعارف ۾ بيان ڪيو آهي تہ هي ناول ملالہ تي حملي کان ڪجهہ هفتا اڳ پرواز دوران هوائي جهاز ۾ لکيو ويو هو. ان ناول جو لکجڻ ۽ ملالہ وارو واقعو هڪ ئي وقت ٿيڻ محض اتفاق آهي ۽ نہ ئي ڪا روحاني ڪڙي!

## ڊاڪٽر عمر دراز خان

ڪڏهن ڪڏهن تہ سارجو
ہ چار لڙڪ هارجو
جڏهن بہ ساروٽبيون اچن
چمر الوٽ ٿي نچن
ائين نہ پوءِ وسارجو
تہ ڪير سڄ ۾ سُتو
۽ ڪير رڄ ۾ مُئو -

**اياز**

# سنڌيڪار پاران

شاگردي واري دور ۾ (1981 _88) جڏهن منهنجي ڏائو ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا ٿي تہ اتي قسمين قسمين اسٽال سجيا پيا هئا. جيڪي مختلف شاگرد تنظيمن پاران لڳايا ويا هئا. مارشل لا جو دور هو. مون کي محسوس ٿيو تہ مذهبي جماعت سان لاڳاپيل شاگرد تنظيم، حمايت ۾ نہ سهي پر ڏنڊي جي زور تي هر ڪنهن کي دٻايو ويٺي هئي. ايتري ۾ ڪجهہ گوڙ ٿيو ۽ جماعتي هڪڙي ڪنڊ ۾ ڪجهہ شاگردن کي مارڪٽ ڪرڻ لڳا. سيئي پڄڻ ۾ پورا هئا پر انهن ۾ سنهڙين مُڇن سان هڪ قداور ۽ سهڻو نوجوان مڙسن وانگر بيٺو رهيو ۽ پڄڻ وارن کي بہ روڪيائين پئي. مون دل ۾ چيو تہ هي واقعي مڙس ماڻهو آهي!

اها هئي منهنجي عمردراز سان پهرين ملاقات.

ان ڳالهہ کي گهٽئي ورهيہ گذري ويا آهن. پر عمردراز اڄ بہ پنهنجن ترقي پسند ۽ روشن خيال آدرشن ۽ نظرين تي قائم آهي. تازو منهنجي دعوت تي گهر آيو تہ سندس ڪتاب جو ذڪر ٿيو ۽ مون يڪدم ان کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ جو واعدو ڪيو. ان جو اصل سبب تہ اسان جي سنگت هئي پر جڏهن ڪتاب پڙهيم تہ مون کي پنهنجي فيصلي تي خوشي ٿي.

هي ناول وزيرستان جي هڪ علائقي جي ڪردارن تي ٻڌل آهي، پر مجموعي طرح هي پاڪستان جي مذهبي انتهاپسند قوتن جي طريقن ۽ ڪن مدرسن ۾ دهشتگردي جون نرسريون موجود هجڻ جي طرف هڪ اشارو بہ آهي. ان ۾ ٻارن کي متاثر ڪرڻ لاءِ

حملي ٺيل علائقن جي جاڻ ڏني وڃي ٿي ۽ ننڍي عمر جي ڪري هنن جي ڪچڙن ذهنن تي انمٽ نقش ڇڏيا وڃن ٿا ان بابت بہ جاڻ ملي ٿي. ان ۾ ڪوشڪ نہ آهي تہ ڊرون حملن ۾ ڪيترا ئي معصوم ماڻهو بہ اجل جو شڪار ٿين ٿا پر انهن کان ڪيترا ڀيرا وڌيڪ نقصان اتان جي مقامي يا ٻاهران آيل طالبان ڪيو آهي، ان جي جهلڪ بہ ناول ۾ موجود آهي.

هن ناول کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ جي ليکڪ جي خواهش ۽ ان تي رضامنديءَ ۾ اهو نڪتو تمام اهم آهي تہ سنڌي پڙهندڙ نہ رڳو ان بابت جاڻ حاصل ڪن پر سنڌ جي حوالي سان ان ڏس ۾ ڪي اُپاءُ بہ وٺن.

هن وقت سڄي سنڌ ۾ اهي وڏن ڪوٽن وارا مدرسا اوچتو ئي اوچتو سون ۽ هزارن جي تعداد ۾ نهي ويا آهن. هاڻ تہ سنڌ جي ڀهراڙين ۾ بہ بم ڌماڪا ۽ آپگهاتي بمبار ڪاروائيون ڪري چڪا آهن. ٿر جي ريگستان ۾ افغاني مولوين جي انتظام هيٺ هلندڙ مدرسا بہ جيڪڏهن اسان جون اکيون نٿا کولي سگهن ۽ اسين اڃان بہ خوابن جي دنيا ۾ رهڻ گهرون ٿا تہ پوءِ اهڙا خستہ خان ۽ شمروز خان اسان جي معاشري ۾ بہ اِهي ئي حالتون پيدا ڪري وٺندا، جنهن جي هن ناول ۾ نشاندهي ڪئي وئي آهي.

آخر ۾ ڪرم الاهي چنا صاحب جي مهرباني جو هن ڪمپوزنگ جي ذميداري احسن طريقي سان نڀائي. آءٌ محترم بدر ابڙي جو بہ ٿورائتو آهيان جنهن منهنجي گذارش تي بہ اکر لکڻ قبول ڪيو. ڊاڪٽر امين بيگ هميشہ وانگر پنهنجي ڇپائيندڙن ذريعي هڪ انمول ڪتاب ڇپرائي پڌرو ڪيو آهي.

**ڊاڪٽر امجد سراج ميمڻ**

# مهاڳ

ادب ۽ فن جي ابتدا لاءِ سڪون ڀري جيون جي نہ پر عرق ريزي واري سماجي اٿل پٿل جي ضرورت هوندي آهي. اهڙي ئي ماحول ۾ ليکڪ جو شعور جنم وٺندو آهي ۽ پوءِ ان جو اظهار هن جي لکڻين ۾ ٿيندو آهي. هن جي تصنيف جي اُپار جو دارومدار ليکڪ جي خيال کي صحيح لفظن ۾ پوئڻ سان هوندو آهي.

هن ناول جو لکندڙ هڪ مشهور پلاسٽڪ سرجن، همٿ ڀريو سياسي ڪارڪن ۽ هڪ حساس مصور آهي. هيءَ هن جي پهرين تخليق آهي جيڪا پنهنجي وسعت ۽ گهرائي جي نسبت سان هڪ امتيازي حيثيت رکندي، مستقبل جي شاهڪار لکڻين جي اڳڪٿي بہ ڪري ٿي. ڪهاڻي خيبر پختونخواه جي سماجي معاشي زندگي جي پس منظر ۾ اسري ٿي ۽ پاڻ اندر معاشرتي انڌلٺ جي سيني رنگن سان مالامال آهي.

ڪتاب جو موضوع هن دور جي نازڪ ۽ سنگين مسئلي جي چوڌاري ڦري ٿو. يعني گذريل گهڻن سالن کان مذهبي دهشتگرديءَ جي اوسر، مذهبي جنونين جي پالنا ۽ ديني مدرسن جو نظام موجود رهيا آهن جيڪي مستقبل ۾ دهشتگردن جو ڳڙهہ هوندا. ليکڪ پاڪستان جي تاريخ جي نسبت سان ڪهاڻيءَ ۾ علائقائي، سماجي ۽ سياسي پس منظر کي نهايت سهڻي نموني بيان ڪيو آهي. هڪ

مخصوص علامتي مدرسي جو تفصيلي اڀياس ڪيو ويو آهي جيڪو مذهبي جنونيت جي نرسريءَ جو ڪردار ادا ڪري رهيو آهي. ڪهاڻيءَ جو مکيه عنصر خيبر پختونخواه جو فرد اسلم خان ۽ ان جو پٽ خستہ خان آهي جنهن کي مدرسي ۾ ان ڪري داخل ڪرايو ويندو آهي تہ جيئن هو اسلم خان جي غربت ۽ لاچاريءَ واري زندگيءَ کان بچي سگهي. جنهن جي نصيب ۾ خيبر پختونخواه جي قبائلي علائقي ۾ هڪڙو ننڍڙو دڪان آهي.

هڪڙو ٻيو ڪردار هن جي زال ۽ خستہ خان جي ماءُ جميلہ جو آهي. جيڪا ٻهراڙي جي هڪ عام عورت آهي ۽ جنهن جي مڙس جي برابري تي ٻڌل رويي جي ڪري هنن ٻنهي جي ذهني طور تي هڪجهڙائي آهي جيتوڻيڪ ان سماجي ماحول ۾ اهو ورلي نظر ايندو آهي. ان کان سواءِ شمروز خان جو پراسرار ۽ ڳنڀير ڪردار پڙهندڙ جو ڌيان ڇڪائي ٿو. شمروز خان ان مدرسي ۽ ان سان لاڳاپيل منصوبن جو سرواڻ ۽ معاشي سهارو آهي. ملڪ ۾ ڦهليل ٻين مدرسن وانگر هن مدرسي جي تدريسي عملي ۾ مولوي بہ شامل آهن پر انهن جي حيثيت ثانوي نوعيت جي نظر اچي ٿي جڏهن تہ حقيقي معنيٰ ۾ مدرسي جو ڪرتا ڌرتا شمروز خان آهي.

آمريڪي فوجين طرفان شروع ٿيل ڊرون حملن جي نتيجي ۾ سوين عورتون، ابهم ٻار ۽ معصوم ڳوناٺا فوت يا معذور ٿيو وڃن. ٻنيون ٻارا تباهي ۽ بربادي جو شڪار ٿيو وڃن جنهن جي نتيجي ۾ هڪ بنيادي سوال جنم وٺي ٿو تہ دهشتگردي ڇا آهي؟ جيڪو دهشتگرديءَ

خلاف جنگ ڪندڙن جي اخلاقي قدرن تي بہ سواليہ نشان اٿاري ٿو ۽ جنهن مان اهو ثابت ٿو ٿئي تہ دهشتگرديءَ جو هڪ ٻيو بہ قسم موجود آهي يعني رياستي دهشتگردي، پوءِ اها پنهنجي ملڪ جي رهواسين خلاف هجي يا ٻين ملڪن جون سرحدون پامال ڪندي ڪنهن ڌارئين ملڪ خلاف هجي.

دهشتگرديءَ جي تاريخ هزارين سال پراڻي آهي. اها آزادي جي جنگ ۽ گوريلا جنگ کان مختلف آهي. جيتوڻيڪ ڪجهہ حالتن ۾ گوريلا جنگ ۾ اها هڪ طريقي طور استعمال ڪئي وئي آهي. تاريخ جو مطالعو ٻڌائي ٿو تہ پنهنجي خوفناڪ ۽ ڊرامائي اثر جي باوجود دهشتگردي تاريخ جي ڌاري کي متاثر ڪرڻ ۾ بلڪل ناڪام رهي آهي پر هاڻوڪي دور جي ٽيڪنيڪي ترقي جي ڪري هاڻ اهو ممڪن ٿي پيو آهي تہ ڪو اقليتي گروهہ آبادي ۾ موجود پنهنجي تناسب کان گهڻي وڌيڪ تباهي ۽ بربادي ڦهلائي سگهي ٿو. سياسي طرح سان سوچ کان وانجهيل قيادت ۽ سادن ماڻهن لاءِ فوجي طاقت دهشتگرديءَ خلاف هڪ جوڳو علاج آهي. فوجي قوت وقتي طور تي تہ دهشتگرديءَ کي محدود ڪري سگهي ٿي پر ان جو مستقل حل فراهم نہ ٿي ڪري سگهي. تنهنڪري ان کي ٻنجو ڏيڻ لاءِ تمام ضروري آهي تہ دهشتگرديءَ جي مسئلي جي حل لاءِ ڏگهي وقت تائين هلندڙ اپاءُ ورتا وڃن ۽ سنجيده طريقي سان غور ۽ فڪر ڪندي اهڙي راهہ هموار ڪئي وڃي جيڪا سماجي، اقتصادي ۽ سياسي بهتري تي ٻڌل هجي، جنهن ۾ غربت کان

چوٿڪارو تعليمي بهتري، ميڊيا ۽ ٻين ذريعن ۾ سڌارا ۽ ڏارين ملڪن طرفان دهشتگردن کي ملندڙ اخلاقي ۽ مالي مدد جي روڪ ٿام جهڙن قدمن تي ٻڌل هجن. مختصراً اهو تہ دهشتگردي کي ٻنجو ڏيڻ جي لاءِ اهڙي حالتن کي روڪڻ جا اپاءُ وٺڻا پوندا جيڪي دهشتگرد تنظيمن جي واڌ ويجهہ لاءِ موزون ماحول پيدا ڪنديون آهن. پاڪستان جي حوالي سان تي شيون ڌيان طلب آهن، جنهن ۾ پاڪستان ۾ پکڙيل هزارين مدرسن جي باريڪي سان چنڊڇاڻ، انهن جي نصاب ۾ بنيادي سڌارا ڪرڻ، قبائلي علائقا جيڪي پاٽا (PATA) ۽ فاٽا (FATA) جي نالي سان مشهور آهن انهن ۾ انتظامي سڌارا آڻڻ جي سخت ضرورت آهي جنهن جي ذريعي هنن کي پاڪستان جي آئين ۽ قانون جي عملداري ۾ آڻڻ. قبائلي علائقن ۾ تعليم، صحت ۽ روزگار جا موقعا پيدا ڪرڻ کي ترجيح ڏني وڃي. ان کان سواءِ افغانستان ۾ امن امان قائم ڪرڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ تہ افغانستان ۾ امن کان سواءِ پاڪستان ۾ امن ناممڪن آهي.

**ڊاڪٽر رشيد حسن خان**

# معصوم يا دهشتگرد تي هڪ نظر

ناول جو عنوان ۽ ناول نگار جو نالو پڙهڻ سان ئي اندازو ٿيو وڃي ته ناول جو پلاٽ پڪ ئي پڪ طالبان ۽ پشتون آباديءَ جي هاٺوڪين وحشتناڪ حالتن تي ٻڌل آهي. پڪ ئي پڪ ناول جا ڪردار ان ئي پس منظر ۾ چرندا پرندا هوندا. جنهن ۾ دهشتگردي ۽ معصوميت پاڻ ۾ ايئن ڳوهجي ويون آهن جو ان ماحول ۾ پلجندڙ فردن جي انفرادي سڃاڻپ به مشڪل ٿي پئي آهي. وري جو ناول نگار جو تعارف پڙهيم ته پتو پيو ته ليکڪ ڊاڪٽري پيشي سان تعلق رکي ٿو ۽ جراحت، سو به پلاسٽڪ سرجري ڪري ٿو. يعني بگڙيل صورت ۽ عضون کي اصلي سهڻي ۽ درست شڪل ڏيڻ جي ڪوشش ڪندو رهي ٿو. اڳتي هلي خبر پئي ته ڊاڪٽر صاحب هڪ پُر عزم سياسي ڪارڪن ۽ حساس مصور به آهي. يعني هو زبان ۽ برش سان اظهار جو فن اڳ ئي ڄاڻي ٿو هاڻي قلم کيتر ۾ هن جو ناول سامهون آيو آهي.

هن ناول ۾ موجود مواد سندس معلومات خبرن، ملڪي غير ملڪي ماڻهن جي تجربن ۽ ذاتي مشاهدن تي ٻڌل آهي. ڪنهن ڳوڙهي، وڏي ۽ پيچيده ناول ۾ ڪوڙ سارا ڪردار ۽ هر هڪ ڪردار سان جڙيل جدا جدا ننڍڙيون مددي ڪهاڻيون هونديون آهن جيڪي هڪ وڏي مرڪزي پلاٽ ۾ پنهنجي پنهنجي جزيات سميت شامل هونديون آهن. ۽ ناول کي مضبوط ڪنديون وينديون

آهن. ان لحاظ کان هي سڌو سادو ۽ ٿورڙن ڪردارن تي ٻڌل ناول آهي. جيتوڻيڪ ان ۾ ڪوڙ مددي ڪهاڻيون ۽ انهن جا ڪردار هن ناول کي شاهڪار ڪري پئي سگهيا.

اسان جي ٿهيءَ کي جنون جا اهي ڏينهن چڱي طرح ياد آهن جڏهن پشتون خطو جهنمي آڙاهه ڏانهن وڃڻ لڳو هو. هيءَ ڪهاڻي تہ 1977ـ1978 کان ئي شروع ٿي وئي هئي جڏهن جنرل ضياء وچ اوير وارين رياستن ڏانهن مذهب ايڪسپورٽ ڪرڻ جو ڪاروبار شروع ڪيو هو. ڪجهہ بيمار ذهنن ۽ آمريڪي مفادن جي چوڻ تي طالبان کي رياستي مدد ڏني وئي هئي. 1996ع ۾ ”طالبان مجاهدين“ افغان صدر ڊاڪٽر نجيب الله ۽ سندس ساٿين کي وحشتناڪ اذيتون ڏيڻ کانپوءِ سرعام ڦاهي ڏني هئي. هنيوچيون هنيون هيون ۽ سندس لاش ڪيئي ڏينهن اتي ٽنگيل رکيو هو. هيءَ هڪ وڏي وحشت جي ابتدا هئي. جنهن نائن اليون ۽ ان کانپوءِ اج تائين جو سفر ڪيو آهي.

ناول پڙهندي ئي واضح ٿي وڃي ٿو تہ هيءَ ان ئي زخم سان چُور پختون خواه جي علائقي ۾ هڪ غريب ڪٽنب جي آکاڻي آهي. جنهن ۾ تعليم ۽ ترقيءَ جا سڀ رستا بند ڪيا ويا آهن ... جتي ماءُ پيءُ پنهنجي ٻار کي مجبور ٿي گهر کان پري مدرسي ۾ پڙهڻ ويهارين ٿا. مدرسا جي علم جون درسگاهون آهن پر انهن تي ڪو بيو مفاد قابض آهي. هڪ اهڙو مفاد جنهن کي پورو ڪرڻ لاءِ هنن کي انساني جسم گهرجن جيڪي خودڪش بمبار ٿي سگهن.

آمريڪي ٻرون دهشتگردن جو پيڇو ڪن ٿا، ڳوٺن تي ڪرن ٿا. ايئن بي گناهہ شهري متاثر ٿين ٿا، مارجن ٿا، اپاهج ٿين ٿا يا دربدر ٿين ٿا ... ايئن رشتا ۽ جذبا متاثر ٿين ٿا ۽ نفرتن جون بنيون ٻرڻ لڳن ٿيون. دنيا کي اهو سڀ ڪجهہ وڏيڪ چِٽو نظر اچي ٿو جنهن ۾ نفرتون ۽ ڌماڪا آهن پر انهن واقعن جي پويان لڪل طالبان ۽ سندن ڪارندن جا معاشي مفاد ۽ خاموش سرگرميون نظر نہ ٿيون اچن، جن اهو ممڻ ٻاريو آهي. اها پشتون غريب آبادي تہ هنن پهاڙن ۾ اصل کان وينئي آهي، اڳي بہ بندوقون هيون جن کي پشتون "مرد جو زيور" چوندا هئا. باهہ بارود جو ڪاروبار ايئن تہ ڪونہ هو! نيٺ ڇا ٿيو جنهن ڌرتيءَ کي دوزخ ناهي ڇڏيو؟ ليڪڪ هن ناول ۾ اهو ئي بيان ڪيو آهي تہ اهي خاموش سرگرميون ڪهڙي طرح ٿي رهيون آهن.

سماج ۾ افراتفري ڏسي سادو ماڻهو منجهي ٿو پوي تہ هي سڀ ڇا ۽ ڇو ٿي رهيو آهي.عام اک کي ظاهري حرڪت تہ نظر ايندي پر ذهنن ۾ ڇا پيو ولوڙجي؟ سو تہ ماءُ پيءُ کي بہ پتو نہ ٿو پوي! ليڪڪ خاموشيءَ سان اهي سوال بہ اٿاريا آهن تہ "ڇا دهشتگردي ۽ جنگ آزادي هڪ ئي سِڪي جا بہ پاسا آهن؟" ڇا خيالن جو اختلاف محض نقطہ نظر جو فرق آهي؟ ڇا هٿيارن طاقت جو توازن بگاڙي ڇڏيو آهي، ڇا ان بگاڙ سبب اڪثريت اقليت جي تابع ٿيندي پئي وڃي؟ ۽ دهشتگردي ڪيئن ختم ٿيندي؟

ظاهر آهي تہ عام ماڻهو اهي ڳوڙها فلسفا نہ ٿا سمجهن ۽ نہ ٿا ڄاڻن تہ انقلابي ويڙهہ ۽ دهشت گرديءَ ۾ ڪهڙو فرق آهي. ڪو بہ

انقلابي تعليم جو دشمن نہ هوندو آهي ۽ دهشت گرد پهريون وار تعليم تي ڪندو آهي. جيڪو هڪ سولو ٽارگيٽ ٿئي ٿو. انقلابي ۽ دهشت گرد. ٻنهي جي سوچن جي وچ ۾ هڪ سنهي ليڪ آهي جيڪا نظر نہ ايندي آهي. عام ماڻهو اها ليڪ ڪنهن بہ مهل ٽپي هُن پاسي وڃي سگهي ٿو خاص ڪري جڏهن ڪو شاطر شخص يا منظم گروهہ هڪ خاص ماحول ناهي ذهنن کي ڀٽڪائڻ لڳي. عوام دوست سياسي سمجهہ رکندڙ ڪارڪن اهو فرق چڱيءَ طرح ڄاڻن ٿا پر دهشت گرد ڏاڍا منظم ٿين ٿا. اهي عام ماڻهوءَ جي ننڍي کان ننڍي مجبوريءَ جو فائدو کڻن ٿا ۽ ڪنهن معصوم ماڻهوءَ کي اهڙي طرح پنهنجي ڄار ۾ جڪڙي ٿا وٺن جو ماڻهو موت جي ان ڦندي کي گلن جو هار سمجهڻ لڳي ٿو.

ناول نگار انهن سوالن جي جواب جي تلاش ۾ خطي جي سياسي ۽ جاگرافيائي پسمنظر ۾ پري تائين ويو آهي. اهو ضروري پسمنظر ناول جي فني سٽاءَ کان ٻاهر بيٺو آهي. جن واقعن جي نشاندهي ڪئي وئي انهن ۾ 1892 ۾ اليڪس ڊيو رنڊ هٿان ڪاغذ تي ليڪ ڏئي سرحدناهڻ ۽ انکي مصنوعي قرارڏيڻ بہ شامل آهي. سوويت يونين. پهرين ۽ ٻي جنگ عظيم جا بہ حوالا ڏنا ويا. سلطنت عثمانيہ جو باقي بچيل اثررسوخ ختم ٿيڻ. مغربي رياستن جي کوکلي سرمائيداراڻي نظام جو ذڪر بہ ڪيو ويو ۽ نيٽ ”نائن اليون“واري واقعي کانپوءِ نيٽو ۽ خاص مڪتبِ فڪر واري اسلامي رياست جي فنڊنگ جو بہ رهڙيندڙ ريمارڪ ڏنو ويو آهي. انهن ئي

واقعن جي تسلسل کي بنياد بنائي ڪجهه ڪردارن سان پيش ايندڙ واقعن جي حقيقي حالتن مطابق انهن جون ڪڙيون ملايون ويون آهن.

اها حقيقت آهي تہ پختون آباديءَ تي ڊرون بم اڇلايا ويا. ڇا انهن حملن ۾ عام ماڻهو ڪونہ ٿا مرن؟ بي گناهہ ماڻهن جي زندگي متاثر نہ ٿي ٿئي؟ ان الميي ڪانپوءِ جڏهن انهن زخمي ماڻهن تي وارثيءَ ۽ مدد جو هٿ رياست بدران دهشتگرد اچي رکندا تہ اهي غريب ڪيڏانهن ويندا؟ ماڻهو اوڏانهن ئي ويندا آهن جيڪو موجود هجي، ڏاڍو هجي، همدردي ۽ سرپرستي ڪري! اهو آهي طالبان جي پسمنظر ۾ لکيل هن ڪتاب جو نچوڙ! باقي، تفصيل تہ پڙهندڙن کي ناول ۾ ملندو.

ناول جو پلاٽ پنهنجي جاءِ تي تمام مضبوط آهي پر ناول يا تحرير اها ئي طاقتور ٿئي ٿي جنهن ۾ اهو پتو نہ پوي تہ ليکڪ ڪنهن جي ڌُر آهي، پر تحرير پڙهندڙن کي پاڻمرادو نتيجن ڏانهن وٺي وڃي. حالتن جو بيان ٿلهي ليکي تہ بلڪل نيڪ آهي پر ناول جو اهو ابتدائي حصو ناول کان وڌيڪ سياسي سماجي تاريخ جو حصو لڳي ٿو. سڄو تفصيل "بيانيہ" انداز ۾ آهي جيڪو هڪ سياسي شعور رکندڙ ڪارڪن جو تجزيو تہ آهي پر ناول جو اهو حصو ڪردارن کان خالي آهي. ان ۾ ڪردار نگاري، احساس اپارڻ ۽ ڊائلاگ (گفتگو) جي کوٽ محسوس ٿئي ٿي. اهي ئي واقعا جيڪي هن عظيم المياتي زماني ۾ ٿي گذريا، انهن ڪردارن جي

واتان ٻڌايا وڃن ها تہ بهتر هو جيڪي ناول ۾ چرن پرن ٿا. ناول ۾ پيش ڪيل سياسي پسمنظر پنهنجي جاءِ تي ضروري آهي جنهن ۾ سماج نيٺ اتي پهچي ٿو جتي عام ماڻهو بي وسيءَ واري جانورن جهڙي حياتي گذاري ٿو جتي ڪا بہ حقيقي رياست نہ آهي، جتي هر ماڻهو هر ڪنب دهشت جي ماحول ۾ وڪوڙيل آهي.

ڪنهن بہ فڪشن ۾ تي مکيہ پاڱا ٿيندا آهن. ابتدا، وچ ۾ ڳتيل مونجهارو ۽ پڇاڙي. اها ليکڪ جي مرضي آهي تہ هو ڪهڙو پاڱو پهرين ۽ ڪهڙو پوءِ ٿو رکي. هن ناول ۾ ليکڪ، ڪهاڻيءَ جي پڇاڙي منڍ ۾ رکي آهي جيڪا ڏاڍي نهڪندڙ آهي. ان پڇاڙيءَ ۾ ناول جو اهم ڪردار يارهن سالن جو ٻار خستہ خان ڪراچيءَ ۾ ڊفينس سوسائٽيءَ جي هڪ چوراهي تي پنندو نظر اچي ٿو جنهن کي هڪ خدا ترس مولويءَ فاٽا جي علائقي مان طالبان جي چنبي مان ڪڍي گداگر مافيا جي حوالي ڪيو آهي. هي منظر سماج لاءِ سوچ جو مواد پيدا ڪري ٿو تہ جڏهن اسان جون اکيون ڪنهن ٻار کي ڪراچيءَ ۾ ڪنهن چوراهي تي پنندي يا گاڏين جا شيشا صاف ڪندي ڏسن ٿيون، ڇا اسان سوچيون ٿا اهو ٻار ڪهڙين اونداهين حالتن مان نڪري اتي پهتو آهي ۽ اڃا بہ ڪنهن مافيا جي شڪنجي ۾ تڙپي رهيو آهي. هي ٻار ڪو پشتون، سرائيڪي سنڌي، ڪشميري بہ ٿي سگهي ٿو. چوراهن تي ٻارڙن جا هي ڊمب ڪٿان ٿا اچن ۽ رات جو ڪيڏانهن ٿا وڃن؟ اها تہ خاطري آهي تہ هي ٻار ڪنهن مافيا جي مهاجار ۾ جڪڙيل آهن ۽ ڪنهن نہ ڪنهن ڪنڊ تي مافيا جو ڪو

ڪارندو انهن تي هر وقت نظر رکي وينو آهي -- پر ڇا انهن ٽي ٽولين ۾ ڪو ٻار خاص ڪري نيرين اکين، سونهري وارن ۽ اڇي چمڙيءَ وارو وٽندڙ ڇوڪرو ڪٽي خودڪشن جي ڪنهن نرسريءَ مان بچي نڪتوآيو آهي؟ ڇا هر ٻار جي پويان ڪو مولانا اڪبر خان آهي جيڪو هن کي هن گروهه ۾ ڇڏي ويو آهي؟

سال 2001 ۾ 9/11 واقعي کان پوءِ اُسامه کي آمريڪا جي حوالي نه ڪيو ويو ته پشتون لوڪ آمريڪا ۽ نيٽو جي حملن جا شڪار ٿيا. جڏهن ڊرون حملو ٿيو ته ان ۾ ڪو دهشت گرد مئو يا (ڳوناٺن جي نظر ۾) ڇگو مڙس مئو؟ برابر عام ماڻهو به مئا، اسڪولن کي ٻُٽ ٻڌل طالبان تباهه ڪري ويا تڏهن ڪنهن سڄاتو ته اهي کهڙي پاڙي ۽ ڳوٺ جا هئا؟ ڊرون بم وسائي هليو ويچي ٿو پر ماڻهن ڏٺو ته انهن جهڙا ٻيا ماڻهو سندن عزيز مرن پيا. پويان خاڪ ۽ خون ڏسي چڙ ۽ نفرت پيدا ٿي ته قبائلي ماڻهن ۾ ”خون جو بدلو خون“ جو جذبو ايريو.. اهو جذبو رڳو پٺاڻن ۾ نه آهي. هر قوم ۽ قبيلي ۾ ٿئي ٿو جيڪو ڪڏهن نسلي لحاظ کان ايري ٿو ته ڪڏهن لساني بنيادن تي، ڪڏهن مذهبي بنيادن تي ته ڪڏهن معاشي مفادن تي. هر ڪنهن ۾ ”خون جو بدلو خون“ هڪ روايت آهي.

پٺاڻ مرد طالبان جي اچڻ کان اڳ به مرضيءَ سان ڏاڙهي رکندو هو. نماز ۽ روزو رکندو هو پٺاڻ عورت اڳ به ڏاريي کان پڙدو ڪندي هئي. چادر يا برقعو ڍڪيندي هئي پر هاڻي ايئن ڪرڻ لازمي ڪيو ويو ۽ ايئن نه ڪرڻ تي کيس بي عزت ۽ مٿس تشدد ڪيو ويو ايئن

عورتون برقعن ۾ قيد ٿي ويون. ۽ عورتن جي تعليم بند ٿي وئي. هي سڀ اوچتو نہ ٿيو ڏاڍي رڙتا بنديءَ سان ٿيو جيئن ڊاڪٽر عمردارز پنهنجي ناول ۾ بيان ڪيو آهي: هاٺي ڪي اوپرا ماڻهو اچڻ لڳا. اسڪولن ۽ درسگاهن کي نشانو بڻايائون. پهرين مسجدن ۾ اچڻ لڳا ... اتان احوال معلوم ٿي ڪيائون. پوءِ ماڻهن سان ملڻ لڳا. هن ناول ۾ اهو ئي سڀ ڪجهہ سهڻي انداز ۾ بيان ٿيل آهي.

ناول هڪ ڳوٺ جي مدار ۾ ڦري ٿو جنهن ۾ مائٽ مالي بدحاليءَ سبب مائٽ ٻارن کي مدرسي ڏانهن نٽا موڪلي سگهن چو تہ ڳوٺ جو مدرسو طالبان تباهہ ڪري چڪا آهن. مائٽ بي خبريءَ ۾ پنهجا معصوم ٻار اهڙي مدرسي ۾ داخل ڪن ٿا جيڪو ڳوٺ کان پريرو نامعلوم مخير حضرات ۽ نيڪ ماڻهن جي امداد (غير ملڪي فنڊ) تي هلندڙ آهي. هي مدرسو ٻارن کي ماني ٽڪي ۽ ڪپڙو لٽو ڏئي ٿو ۽ مائٽن کي بہ وظيفو ڏئي ٿو. هي مدرسو هڪ مئن روڊ جي پرسان بس اسٽاپ ويجهو آهي جتي مسافر چانهن پاڻي يا ماني ٽڪيءَ لاءِ ترسن ٿا. ان هوٽل تي مدرسي جا ٻار ڪم ڪن ٿا. ڪنهن کي بہ خبر نہ آهي پر اها طالبان جي نرسري آهي، جتي ٻارن کي بظاهر فقط قرآن شريف جي ديني تربيت ڏني وڃي ٿي پر انهن کي گڏو گڏ هوريان هوريان باقي دنيا ۽ رسمن کان متنفر ڪري ذهنن ۾ زهر ڀريو وڃي ٿو اهي بربادي‌ءَ جا منظر ڏيکاريا وڃن ٿا جيڪي ٻرون حملن جي نتيجي ۾ پيدا ٿيا. ايئن ٻارڙن جي صاف نرم ذهنن ۾ جوش ۽ ڪاوڙ جا بارودي جذبا پيدا ڪيا وڃن ٿيا ... ۽ هڪ ڏينهن انهن مان ئي ڪو ٻار آپگهاتي بمبار بڻجي وڃي ٿو.

جڏهن مائٽ پنهجو ٻار ڪنهن مدرسي جي مهتمم جي حوالي ڪن ٿا تہ کين احساس ئي ڪونہ ٿو ٿئي تہ هو پنهجي هٿ سان پنهنجو ٻار "خودڪش بمبار" تيار ڪرڻ لاءِ طالبان جي حوالي ڪري ٿو. "لال مسجد" ۾ بہ تہ ايئن ئي ڪجهہ تيار ٿي رهيو هو. هيءَ ڪهاڻي پختون خواهہ يا فاٽا علائقن جي آهي. پر اڄڪلهہ سنڌ جي ڳوٺ ڳوٺ ۾ مٿن روڊ تي اوچتو ئي اوچتو جيڪي مدرسا نهي ويا آهن ۽ جن کي ڪنهن نہ ڪنهن غير ملڪ جي "مخير حضرات" جي سرپرستي آهي، جن ۾ ٻارن کي ماني ٽڪي، ڪپڙو لٽو ۽ وظيفو ملي ٿو سنڌي سماج کي "هوشيار هوشيار!" چئي رهيا آهن. ڊاڪٽر عمر دراز خان جتي پختونخواهہ جي بربادي‌ءَ جو پردو چاڪ ڪيو آهي، اتي سنڌ سميت ٻين صوبن کي بہ جٽڪ خبردار پيو ڪري تہ ڏسو متان توهان بہ معصوميت ۾ دهشتگردي‌ءَ جو حصو ٿي وڃو!

**بدر ابڙو**

# تعارف

عمردراز پيشي جي لحاظ کان ڊاڪٽر آهي. هن جو شمار پلاسٽڪ سرجري جي ماهرن ۾ ٿئي ٿو جيڪو لنڊن ۾ رهي ٿو. هو پنهنجي ڪم ۾ رڌل رهندو آهي پر هن جي دل وطن جي محبت ۾ ڌڙڪندي آهي. موجوده حالتن ۾ اسان جي چئني طرفن جيڪو ڪجهه ٿي رهيو آهي، پاڻ ان تي بيحد فڪرمند آهي. حالتن جو جائزو وٺندي هن پنهنجي ملڪ سان لاڳاپيل جيڪي ڳالهيون پرانهين ديس ۾ غير ملڪين جي واتان يا ميڊيا تي ٻڌيون ته هن پاڪستان اچي انهن جي جانچ ڪئي. موضوع کي پرکيائين ۽ جيڪو نتيجو ڪڍيائين. ان کي هڪ ناول جي صورت ۾ لکي ڇڏيائين. هن ناول کي ان کي پسمنظر ۾ پڙهيو وڃي. ناول نگاريءَ جا جيڪي بنيادي اصول آهن. هو ان ڪسوٽيءَ تي بہ پورو لهي ٿو.

عمردراز جو ناول پڙهي محسوس ٿئي ٿو تہ هي اهڙو ناول آهي جيڪو هڪ پختي ذهن رکڻ واري لکيو آهي. اڄڪلهہ اڌو گابري ذهانت وارن جا لکيل ڪتاب اڪثر ڇپجندا رهندا آهن. پر هن ناول ۾ هڪ سالم ذهن ڏسڻ ۾ اچي ٿو جنهن جو فڪر پنهنجي عهد جي ترجماني سان نهايت سادي انداز ۾ دل ۾ لهيو وڃي ٿو.

ڪهاڻي لکڻ لاءِ سڀ کان پهرين ڪردار جي جستجو هجڻ کپي. اهو ڪردار سچو پچو يعني گوشت ماس جو نهيل هجڻ گهرجي. اهو ڪردار ذهن جي تخليق نہ هجڻ گهرجي پر ان جي

تلاش زندگيءَ جي ڪردارن مان ٿي ڪيل هجي. پوءِ هن سان ٿيل ان جي ٿي سوچ يا زبان مان چورائي وڃي، جيڪا ان ڪردار جي سڃاڻپ ڪرائي. ڪردار مان لکڻ واري جي جاڻ سڃاڻ ڪي ٿي آءُ ڪردارنگاري سمجهان ٿو. عمرداز جي ناول جي ڪهاڻي فقط ڪجهه ڪردارن جي آڌار تي گهمي ٿي. اسلم خان، سندس زال جميله، خستہ خان، شمروز خان، ملڪ ظريف ۽ مولانا اڪبر ان جا اهم ڪردار آهن. هر ڪنهن کي هن پنهنجي نفسياتي دائري ۾ رکي لکيو آهي.

ڪردارنگاريءَ سان گڏ هڪ تمام ضروري شئي هوندي آهي جزئيات نگاري، انهن جزئيات کي سڌو سنئون زندگي، مشاهدي ۽ تجربي جو حاصل هجڻ گهرجي. ڪڏهن ڪڏهن هڪ معمولي ڳالهه به فرض ڪئي وڃي ۽ جيڪڏهن اها تجربي جي خلاف هجي ته ڪهاڻيءَ جي سڄي تاثر کي ختم ڪري ڇڏيندي آهي. جهڙي طرح هڪ غلط سُر سڄي راڳ جو بيڙو ٻوڙي سگهي ٿو.

عمرداز ڪهاڻيءَ کي معاشري جي باطن مان ڳولهي ڪڍيو آهي. ان ۾ نہ لفاظي آهي نہ ئي گهڻي جزئيات نگاري، بلڪ آءُ چوندس تہ ان ۾ سادگي ڏيکاري وئي آهي. شروع کان وٺي آخر تائين پڙهندڙ جي دلچسپي قائم رهي ٿي.

جڏهن لفظ ناول ڏيان ۾ ايندو آهي تہ گڏ ئي منشي پريم چند جو نالو بہ ذهن تي تري ايندو آهي. پريم چند اردو ناول کي رومانوي خيالن کان نجات ڏياري حقيقت جي ويجهو آڻي ڇڏيو. هن ناول جي ڪهاڻي سادي ۽ کَري آهي. ناول جو مرڪزي ڪردار شمروز خان اڄ جي ٻچاپڙائيءَ واري ڪردار جو مثالي نمونو آهي. جڏهن تہ

اسلم خان ڳوٺ جو سادڙو رهواسي ۽ هن جي زال جميلہ مشرقي روايتن جي پابند ۽ اڻ پڙهيل هوندي بہ ممتا سان ڀرپور سمجهدار ڪردار جي تصوير آهي، جنهن جي دل ۾ پنهنجي ٻارن کي سماجي ۽ معاشي مسرت عطا ڪرڻ جي خواهش سان گڏوگڏ خستہ خان جي معصوميت منجهان دهشتگرد ٿيڻ تائين جو سفر، ليکڪ جي لکڻ جي ذات جو ثبوت آهي.

ڊاڪٽر عمردراز جيتوڻيڪ هن ناول ۾ سيني شين جو احاطو نہ ڪيو آهي پر ناول جي صورت ۾ هڪ اهڙي ڪهاڻي لکي اٿس جيڪا موجوده صورتحال جي صحيح عڪاسي ڪري ٿي. انهن حقيقتن مان هر پڙهيل لکيل ماڻهو واقف آهي. هو انهن ڳالهين کي سمجهي بہ ٿو پر ڪن سببن جي ڪري ان موضوع تي گفتگو تمام گهٽ ڪئي ويندي آهي. هن موضوع تي تمام گهٽ لکيو ويو آهي ۽ جيڪڏهن لکيو بہ آهي تہ موضوع جي پٿر کي چمي ڇڏي ڏنو ويو آهي. عمردراز نہ فقط پٿر کي چميو آهي پر پنهنجي لکڻ جي انداز سان ان کي تراشي هڪ قيمتي پٿر ناهي ڇڏيو اٿس.

عمردراز بہ ناول جو اختتام پڙهندڙ مٿان ڇڏي ڏنو آهي، نہ تہ نهايت آساني سان پنهنجي ڪهاڻي کي سادگي سان ختم ڪري پئي سگهيو. پر هن پڙهندڙن کي ٻارن وانگر سمجهايو ناهي ۽ آءُ بہ سمجهان ٿو تہ اها پڙهندڙن جي توهين آهي.

**احمد عمر شريف**

**سيڪريٽري**
**پاڪستان رائيٽرز گلڊ**
**(سنڌ)**

# معصوم يا دهشتگرد
# ناول جي باري ۾

نہ آءٌ شاعر آهيان، نہ ئي اديب. فقط هڪ ڇپائيندڙ ۽ پڙهندڙ جي حيثيت ۾ ڪجهہ لفظ لکڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو. اها شايد جولائي 2012ع جي ڳالهہ آهي جڏهن عمردراز مون کي ٻڌايو هو تہ هن پنهنجي چين جي دوري ۾ لنڊن کان شنگهائي پرواز دوران هن هڪ ناول لکيو آهي ۽ پوءِ ڪجهہ ڏينهن کانپوءِ هن ان جو مسودو ولايت مان اماڻيو جيڪو مختلف قسم جي رنگ برنگي ڪاڳرن، ايتريقدر جو ٽشو پيپر تي مختلف رنگن جي پينن ۽ پينسلن سان لکيل هو. مسودو ملڻ کانپوءِ مون جلد ئي ان جي ڪتابت ڪرائي عمردراز کي اي ميل ڪري ڇڏيو جنهن کي هو 18 سيپٽمبر 2012 تي پنهنجي هانگ ڪانگ ۽ سينگاپور جي دوري تي پروف ڏسڻ لاءِ کڻي ويو ۽ تقريباً پندرنهن ويهہ ڏينهن کان پوءِ ڪجهہ درستگين ۽ ڪجهہ اضافن سان مسودو واپس مون ڏانهن پارسل ڪري ڇڏيو جيڪو شايد 15 آڪٽوبر 2012ع تي مون کي مليو.

19 آڪٽوبر 2012ع تي پاڪستان جي بهادر نياڻي ۽ خيبرپختون خواهہ جي بيباڪ معصوم ۽ ننڍي عمر جي شاگردياڻي ملالہ يوسفزئي تي بزدلانہ حملو ڪيو ويو. ان حملي کانپوءِ نہ فقط پاڪستان جي چپي چپي تي پر سڄي دنيا جي پنتي پيل ۽ ترقي يافتہ ملڪن ۾ ملالہ تي ٿيل بزدلاڻي حملي جي مذمت ۽ ملالہ سان

سهڪار طور مظاهرا ڪيا ويا. جنهن سان گڏ ملالہ جي جلد صحتيابي لاءِ هر مڪتبہ فڪر جي ماڻهن بنان رنگ ۽ نسل يا مذهب جي سوچ جي دعائيہ محفلون ڪيون هيون. ملالہ پنهنجي رت ۾ رچيل همت ۽ حوصلي سان زندگي ۽ موت جي ڪشمڪش ۾ جنگ ڪندي دهشتگردن کي ڀرپور طريقي سان شڪست ڏانهن ڌڪي ڇڏيو. الله هن کي مڪمل شفا ۽ تندرستي عطا ڪري. آمين. الله هن کي پنهنجي حفاظت ۽ امان ۾ رکي. آمين. تہ جيئن هو دنيا جي سيني ٻارن جي تعليم جي بنيادي حق جو آواز بلند ڪري سگهي ۽ دنيا جي سيني ماڻهن جي ضمير کي جهنجهوڙيندي رهي تہ دنيا جي سيني ٻارن، خاص طرح معاشي ۽ جسماني طرح ڪمزور ڇوڪرين لاءِ تعليم جي سهوليت جو نہ فقط بندوبست ڪيو وڃي. پر گڏوگڏ وقت سان ان ۾ مسلسل اضافو بہ ٿيندو رهي.

هوڏانهن ملالہ يوسفزئي پاڪستان مان علاج خاطر ولايت منتقل ٿي ۽ هيڏانهن عمردراز جو ترميم ٿيل مسودو مون تائين پاڪستان ۾ پهتو. ناول ڇا هو، ملالہ يوسفزئي جي برفاني، جابلو سرسبز وادي سوات جو داستان هو. جنهن ۾ پاڪستان جي اتر - الهندي علائقن ۾ عسڪريت پسندي ۽ مذهبي جنونيت جي رحجان جي وڌڻ ۽ ان جي نتيجي ۾ شاگردن لاءِ اسڪولن جي بندش ۽ انهن کي تباهہ ڪرڻ جو جائزو ورتو ويو آهي تہ اهو سڀ ڪيئن، ڇو ۽ ڪڏهن شروع ٿيو. ساڳي ريت ڇوڪرين جا اسڪول بہ ڪڏهن ۽ ڇو تباهہ ۽ برباد ڪيا ويا ۽ ڊرون حملن جي نتيجي ۾ آپگهاتي بمبار ڪيئن ۽ ڪهڙي ريت تيار ٿي رهيا آهن يا ناهيا وڃن ٿا؟

چا اهو محض اتفاق هو......! چا ملالہ يوسفزئي تي ٽينڊڙ قاتلاڻي حملو ۽ عمر دراز خان جو ان ئي وقت ان موضوع تي ناول لکڻ محض اتفاق هو يا..........!

هن ناول جي اهميت کي سامهون رکنديہ اسان هن کي سنڌيءَ ۾ بہ شايع ڪرڻ جو ارادو ڪيو. ان سلسلي ۾ سنڌي ادب جي هڪ سچاڻ شخصيت, جناب ڊاڪٽر امجد سراج ميمڻ اسان سان ڀرپور سهڪار ڪيو ۽ هن ناول جو سهڻي نموني ترجمو ڪري ڏنو ۽ پروف ريڊنگ بہ ڪئي. اسان سندس ٿورائتا آهيون. اميد سندن سهڪار آئنده بہ جاري رهندو ۽ سندس تعاون سان اداري جا ٻيا ڪتاب سنڌي ۾ شايع ڪنداسين.

آتے ہیں غیب سے یہ مضامین خیال میں
غالب صریرِ خامہ نوائے سروش ہے

**ڊاڪٽر امين بيگ**

# ڊاڪٽر امجد سراج لاءِ ٻه اکر

ڊاڪٽر امجد سراج ميمڻ جو تعلق سنڌ جي هڪ نالي واري علمي ادبي گهراڻي سان آهي، سندس والد سراج الحق ميمڻ سنڌي ٻوليءَ جو هڪ تمام اهم ۽ پهرين صف جو ليکڪ ۽ محقق مڃيو وڃي ٿو. سندس ڀڻي ڊاڪٽر فهميده حسين پڻ سنڌي ادب ۾ چڱيون خدمتون سر انجام ڏنيون آهن. جنهن جي پي ايڇ ڊيءَ واري ٿيسز جو پهريون ڪتاب هو جيڪو سندس چوڻ تي ڊاڪٽر امجد سراج سنڌيءَ مان انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو جنهن کي ادبي حلقن ۾ تمام گهڻو پسند ڪيو ويو. ان کان پوءِ هن جو ترجمي جي فن ڏانهن لاڙو وڌيو ۽ هيستائين هيٺيان ڪتاب ترجمو ڪري چڪو آهي:

**ترجمن جا شايع ٿيل ڪتاب:**

**1. Image of Woman in Shah Latifs' Poetry**

ڊاڪٽر فهميده حسين جي پي ايڇ ڊي ٿيسز "شاهه جي شاعريءَ ۾ عورت جو روپ" جو ترجمو- شاهه لطيف چيئر ڪراچي يونيورسٽي.

**2. Shah Jo Risalo**

شاهه جي 200 چونڊ بيتن جو انگريزي ۾ ترجمو-
سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن، رمپا پلازا ڪراچي

**3. Sindhi Language**

سراج الحق ميمڻ جي ڪتاب " سنڌي ٻولي" جو انگريزي ترجمو..
سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو حيدرآباد سنڌ.

**4. "سنڌي گرامر" ارنيسٽ ٽرمپ جي Sindhi Grammar** جو ترجمو - سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو حيدرآباد سنڌ.

5: "The Voice of a Century: Mohammad Ibrahim Joyo
جناب مظهر جميل جي اردو ڪتاب " محمد ابراهيم جويو : ايڪ صدي ڪي آواز" جو انگريزي ترجمو. سنڌ مدرسته الاسلام يونيورسٽي، ڪراچي 2015ع.
6. فرينچ انقلاب (ياڱو بيو) انگريزي کان سنڌي ترجمو ( پهرين ياڱي جو ترجمو ابراهيم جويي صاحب جو ڪيل)

## ڇپائي هيٺ ڪتاب:

**in Socio Political 1. "The Role of Education Economic Conditions in Larkana District During Talpur and British Period."**

غلام علي سانگي جي ڪيل پي ايچ ڊي ٿيسز کي ٻيهر سهيڙيو ويو: اينڊومنٽ فنڊ ٽرسٽ – ڪراچي

**2." Evolution of Sindhi Language"**

ڊاڪٽر پروفيسر غلام علي الانا صاحب جي ڪتاب " سنڌي ٻوليءَ جي ارتقا" جو انگريزي ترجمو : سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو حيدرآباد سنڌ

**3." Echo is the Call"**

سراج الحق ميمڻ جي ناول " پڙاڏو سوئي سڏ" جو انگريزي ترجمو : سراج انسٽيٽيوٽ آف سنڌ اسٽڊيز: گاڏي کاتو حيدرآباد. سنڌ.

## ترجمي هيٺ :

"سنڌ جي مارئي" گل حسن ڪلمتي جي لکيل ڪتاب جو انگريزي ترجمو (هلنڌڙ)

ڊاڪٽر امجد سراج کي آءُ نہ صرف هڪ ذاتي دوست ۽ هم پيشہ ساٿيءَ جي حيثيت ۾ سڃاڻان، پر ساڳئي وقت هڪ پختي ترقي پسند ۽ روشن خيال شخص طور بہ سڃاڻان ٿو. پاڻ هڪ متحرڪ ۽ پرجوش شخص آهي، جنهن جي موجوده سياسي معاملن

تي گهري نظر آهي ۽ هن وث اهڙين حالتن جو عملي تجزيو ڪرڻ جو غير معمولي ڏانءُ بہ آهي. هن انسان ذات جي خدمت ڪرڻ لاءِ نہ صرف پنهنجي ڊاڪٽري پيشي بلڪ سياسي شعور ۽ ادبي صلاحيتن ۽ خوبين جو ڀرپور نموني استعمال ڪيو. مون کي اهو اعزاز حاصل آهي تہ مون هن جا ڪيل ترجما پڙهيا آهن. جن خاص طور تي سندس والد جو سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بڻياد بابت لکيل اهم ڪتاب بہ شامل آهي. اڄڪلهہ جي سماج ۾ جيڪو بدعنوانين، اقرباپروريءَ ۽ سماجي ڀيج ڊاهہ جو شڪار آهي، هن پنهنجو تعميري ڪم جاري رکندي ڪيترن ئي شعبن ۾ پنهنجي قوم جي خدمت ڪئي آهي. امجد سراج جهڙا ماڻهو اسان جهڙي بيمار سماج جي لاءِ مشعل راهہ ۽ هڪ اميد جي ڪِرڻي مثل آهن جنهن جي اڄ ڪلهہ جي حالتن ۾ سخت ضرورت آهي.

مون کي فخر آهي ۽ پنهنجي لاءِ اهو اعزاز ٿو ڀانيان تہ هن منهنجي اردو ۾ لکيل هڪ ننڍڙي ناول "معصوم يا دهشت گرد" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. جنهن جو موضوع اهڙو آهي جنهن اسان جي قوم جي ذهنيت (Mindset) کي بدلائي، پنهنجي گهيري ۾ آڻي ڇڏيو آهي.

مون کي اميد آهي تہ سنڌي پڙهندڙ هن ڪتاب کي نہ رڳو پسند ڪندا پر آءٌ دعا ٿو ڪريان تہ شال اُهيءَ انهيءَ مان ڪو سبق بہ پرائين.

**ڊاڪٽر عمر دراز خان**



ڪنهن بہ ملڪ ۾ رهندڙ شهرين ۽ رهواسين جي سوچ جو اندازو انهن جي قانون جي پاسداري ۽ معاشي بيهڪ مان ڪري سگهجي ٿو. مثلاً رستن تي پنندڙن جي انگ ۽ ٽريفڪ جي نظام کي ساهمي طور استعمال ڪري سگهجي ٿو. ڪراچي جي رستن تي گاڏيون جنهن بي ترتيب نموني سان هلنديون پيون آهن انهن کي ڏسي اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ هتي وسندڙ آسودا ماڻهو قانون جو ڪيترو احترام ڪن ٿا

۽ کھڙي قسم جي سوچ جا مالڪ آهن. گاڏين جي ان طريقي هلڻ سان نہ رڳو ٽريفڪ اڪثر جام ٿيندي نظر ايندي آهي پر ڪيترائي ماڻهو حادثن ۾ اجل جو شڪار ٿي ويندا آهن.

اها اُها ئي ساڳي ڪراچي آهي جنهن کي پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ گادي جو هنڌ ناهيو ويو هو. جنهن جا رستا ۽ عمارتون ڏسڻ وٽان هوندا هئا. اڄ بہ ڪراچي پاڪستان جو سيني کان وڏو شهر آهي ۽ دنيا جي اهڙن شهرن ۾ ڳڻيو ٿو وڃي جتي لکين ماڻهن جو هڪ سمنڊ وسي ٿو ۽ جنهن جي آبادي هاڻ بہ ڪروڙ کان بہ وڌي چڪي آهي.

هڪ پاسي تي هر شخص ان شهر مان لطف پرائڻ چاهي ٿو تہ ٻئي پاسي هن کي پنهنجي ان ئي شهر جي سياسي، معاشي، سماجي ۽ مذهبي مسئلن کي بہ منهن ڏيڻو ٿو پوي. گذريل ٻن ڏهاڪن کان هن شهر کي عصبيت جو راڪاس ڳڙڪائي چڪو آهي. هزارين حياتيون ان تنگ نظر ۽ جهالت واري سوچ جي ور چڙهي چڪيون آهن. ان ڳڻَ ۾ نہ فقط اڻ پڙهيل ماڻهو قاتل آهن پر ان جي چڪر ۾ شهر جي پڙهيل لکيل ٺهي بہ گرفتار ٿي چڪي آهي.

عروس البلاد جي نالي سان مشهور هي شهر جيڪو رات جو روشنين ۾ جرڪندو آهي، ساڳئي هنڌ سچو ڏينهن اتي ڌوڙ ۽ دونهون ڏينهن جي فضا کي گندو ڪري ڇڏيندو آهي ۽ ساهه گهٽجڻ جو باعث بڻجندو آهي. هن شهر جتي تمام گهڻا مزدور، هنرمند، پيشه ور، عالم، شاعر، فيلسوف، اديب ۽ فنڪار پيدا ڪيا، اتي ئي هن ڳٽپ ڪان ٻاهر برائين کي به جنم ڏنو آهي. چوري، اغوا، رهزني، هٿيارن جو ناجائز وڪرو ڌاڙا، لينڊ مافيا، ڀتا مافيا ۽ رستن تي ٽيندڙ ڏوهه روزانه جو معمول بڻجي چڪا آهن.

ڪراچي جي انهن بي ترتيب نموني هلندڙ گاڏين جي وچ ۾ پنڻ وارن جي هڪڙي فوج آهي جيڪا ڪراچي جي هر وڏي شاهراهه هر چونڪ ۽ موڙ تي گاڏين پٺيان ڊوڙندي نظر ايندي آهي. جام ٽيل ٽريفڪ ۾ اڪثر جڳهن تي نوجوان ٽي ٽي (پستول) ڪنيو گاڏين ۾ ويٺل ماڻهن کي ڦريندا وتندا آهن. رستي هلندي موبائيل ڦرڻ ته عام جام ٿيندو آهي.

انهي غربت، بيوسي ۽ لاچاري جي اُٿاهه سمنڊ ۾ هڪ معصوم ٻار غوطا کائيندو نظر اچي ٿو. ٻار جو رنگ ڳاڙهسرو سفيد آهي، نيريون اکيون ۽ سنهري

رنگ جا وارا اٿس. ڪراچي جي دونهاتيل فضا، گرمي ۽ سج جي تپش هن جي رنگ ۾ ڪو فرق نه آندو آهي. جيڪڏهن ان چهري تان وحشت، بي يقيني ۽ لاچاريءَ کي ڌوئي ڇڏجي ته هن جي سونهن ۾ چار چنڊ لڳي وڃن ۽ هر ڪو جيڪر هن کي پنهنجو ڪرڻ جي خواهش ڏيکاري!

هي ٻار ڪراچي جي خوشحال ماڻهن جي علائقي ڊفينس جي چونڪ تي بيهندڙ هر گاڏي پنيان ڊوڙندو نظر ايندو آهي. ڳاڙهي بتيءَ تي بيٺل هر گاڏي هن جي دل ۾ اميد پيدا ڪندي آهي ته متان گاڏيءَ جي اسٽيرنگ پنيان ڪو خدا ترس رحمدل ماڻهو ويٺل هجي، جيڪو هن جي حالت ۽ لاچاريءَ تي رحم کائيندي گاڏي جي رڪدان مان ڪجهه پيسا ڪڍي هن کي ڏئي ڇڏي. اڪثر عورتون هن ٻار جي سونهن تي رحم کائيندي ڪجهه پيسا ڏينديون آهن پر ڪي ته هن کي ڌتڪاريندي شيشو ئي بند ڪري ڇڏينديون آهن. ان ٻار جو نالو خسته خان آهي، عمر يارنهن سال کن هوندس، هي ٻار گذريل ٻن ٽن هفتن کان ڊفينس جي ويجهو (ڪلفٽن ۾) ٽن تلوارن واري چونڪ تي نظر اچڻ شروع ٿيو هو. اردو ٻولي جا هن کي مشڪل

سان ٿي چار جملا ئي ايندا هئا. هو هر گاڏيءَ جي شيشن کي وڏي محنت سان صاف ڪندو هو. ڪراچي جي هن مشهور چوراهي تي انن ڏهن ٻارن جو هڪ ٽولو هو جيڪو روزانه صبح جو اتي پهچي ويندو هو. ٻارن جي ان ٽولي ۾ مختلف حلين ۽ مختلف ٻولين ڳالهائيندڙ ٻار هئا جن کي ڏسي لڳندو هو ته هر صوبي جي مناسب انداز ۾ نمائندگي ڪئي وئي هئي. اهو چونڊ انتهائي مناسب ٿيندو ته هي چوراهو هڪ "مني پاڪستان" جو نظارو ڏيکاريندو هو. ان ٽولي جا ڪجهه ٻار گذريل ڪجهه سالن کان پابندي سان نظر ايندا هئا پر ڪجهه وقت کان پوءِ انهن منجهان ڪجهه غائب ٿي ويندا هئا ۽ انهن جي جاءِ ٻيا وٺندا هئا. ٻارن جو اهو ٽولو مختلف چونڪن تي نظر ايندو هو ۽ انهن لاءِ جڻ ته اهو چونڪ مخصوص ڪيل هوندو هو. ڪجهه ٻار گاڏيون صاف ڪرڻ جا ڪپڙا يا رانديڪا وڪڻندا هئا ۽ ٻيا ٻار رڳو پنڻ جو ڪم ڪندا هئا. پنڻ وارا اهڙا ٻار جيڪي اردو نه ڳالهائي سگهندا هئا. اهي فقط شيشي تي هٿ رکي اميد پرين نظرن سان ڏسندا هئا ته ڪو خدا ترس هنن جي حال تي رحم کائي خيرات ڏئي ڇڏي. رانديڪا وڪڻ وارا ٻار بهتر

اردو ڳالهائي سگهندا هئا ۽ گاڏين ۾ ويٺل گراهڪن سان قيمت هيٺ مٿي ڪرڻ جي ڪوشش بہ ڪندا هئا. خستہ خان واري چونڪ تي هڪ ڪراڙو گلن جا هار وڪڻندو هو. هو هار گهٽ وڪڻندو هو پر ٻارن تي نظر وڌيڪ رکندو هو. جنهن مان ائين لڳندو هو تہ هو گل وڪڻڻ وارو نہ هو پر انهن ٻارن جي نگراني تي مقرر ڪيل هو چاڪاڻ جو هو انهن کي دڙڪا ڏيندي هدايتون بہ پيو ڏيندو هو. رات جو دير سان هڪ سوزڪي ويگن ايندي هئي جنهن ۾ سوار ٿي اهي سڀ ٻار ڪنهن اڻڄاتل جڳهہ تي هليا ويندا هئا. سفر دوران سيني ٻارن کان ڏينهن ۾ جمع ٿيل رقم جو حساب ڪتاب ورتو ويندو هو.

خستہ خان ان ٽولي ۾ ڪجهہ ڏينهن اڳ ئي ۾ شامل ٿيو هو جڏهن کيس مولانا اڪبر خان هن کي ڪراچي وٺي آيو هو. پنڻ وارن جي انچارج ضمير خان معمول کان هٽي خستہ خان کي قبول ڪيو هو ۽ جي عيوض طور مولانا اڪبر خان کي مناسب رقم ڏني هئي. عام طرح ضمير خان ڇهن کان اٺن سالن جا ٻار وٺندو هو چاڪاڻ تہ امير ماڻهو انهن تي قياس کائي پيسا آسانيءَ سان ڏيندا هئا ۽ ننڍي عمر ڪري

هنن کي قابو ۾ رکڻ آسان هو. وڏي عمر جا ڇوڪرا اڪثر ڪري پيڇي ويندا هئا. انهن مان ڪي مزدوري وغيره تي لڳي ويندا هئا ۽ ٻيا منظم ٽولن جي هٿ چڙهي ويندا هئا. عام طرح ننڍين ٻارن جي جمع ڪيل ڏوڪڙن مان ضمير خان جي چڱي آمدني ٿي ويندي هئي. مولانا اڪبر خان سان ضمير خان جي پراڻي دوستي هئي ۽ هو ٻئي ساڳئي ڳوٺ سان تعلق به رکندا هئا. عام طرح ضمير خان يارنهن سالن جا ٻار نه وٺندو هو پر جڏهن مولانا اڪبر خان فون ڪري ٻڌايو ته هي ٻار آپگهاتي حملي ڪرڻ لاءِ چونڊيو ويو آهي جنهن سان هو ته پنهنجي حياتي کان ويندو پر ڪيترائي اڻڄاڻ معصوم ماڻهو به هن جي هٿان اجل جو شڪار ٿي ويندا.

آخرڪار ضمير خان مولانا اڪبر خان جي دليل کي مڃي ورتو هو ۽ گذريل ٻن ٽن هفتن کان خسته خان ضمير وٽ هو پر هن کي اها خبر بلڪل نه هئي ته هن جي مستقبل جو سودو ٿي ڪنهن جي هٿ تي ڪيو ويو هو. هن ته اهو ئي سمجهيو پئي ته ڪجهه ڏينهن کان پوءِ هن کي واپس ميرانشاهه موڪليو ويندو.

ضمير خان، اڪبر خان کي سمجهائي ڇڏيو هو ته جيستائين خسته خان ڪراچيءَ ۾ رهندو هن کي خاموشيءَ سان رهڻو پوندو ۽ هن جي اچ وڃ ۽ ميل ملاقات کي محدود رکڻو پوندو. اڪبر خان هن کي چئي ڇڏيو هو ته علائقه غير واپس وڃڻ واري ارادي تان لهي وڃي. ضمير خان اڪبر خان کي مشورو ڏنو هو ته ڪراچي جي پتي تي شناختي ڪارڊ ۽ پاسپورٽ ٺهرائي وٺي ته جيئن ملڪ کان ٻاهر هن کي ڪا نوڪري ملي وڃي ته هن لاءِ بهتر ٿيندو ته هو پاڪستان مان نڪري وڃي.



پاڪستان جي ثقافتي، سماجي ۽ معاشي پس منظر ۾ شاديءَ جو هڪ پنهنجو مقام آهي. ڏاج جي رسم هڪ ناسور جي شڪل اختيار ڪري وئي آهي جنهن ڪري غريب گهراڻن جون ڇوڪريون مالي تنگدستي جي ڪري گهر گرهستي کان محروم رهجي وينديون آهن ۽ هت رئيس ناجائز طريقن ۽ رشوت جي آمدني جي آڌار تي معاشري ۾ وڏو مقام حاصل ڪرڻ کان پوءِ شاديءَ ۾ فضول رسمن ۽

پنهنجي پيسي ۽ طاقت جو اظهار ڪندا نظر ايندا آهن جيڪو هنن جي چسپٽي ڪي ظاهر ڪندو آهي. اسان جي معاشري جي ماڻهن جي اهڙي سوچ شهري ڳوٺاڻن ۽ پهاڙي علائقن ۾ هڪجهڙي آهي. انهن ڪاڄن ۾ ڪوشش اها ئي هوندي آهي ته ناڻي جي اهڙيءَ ريت نمائش ڪئي وڃي جو غريبن جون ايندڙ پيڙهيون اڪ ڪٺي ڏسي به نه سگهن. بنيادي طرح تي ان قسم جي غير ضروري خرچن جو مقصد پاڻ ڪان گهٽ ماڻهن ڪي اهو نياپو ڏيڻ هوندو آهي ته هو پنهنجي ڪل ۾ رهن!

شادين مرادين جو اهو قسم پاڪستان جي اترين علائقن ۾ به ٿيندو آهي جنهن ۾ ڪاڄ جي اهميت جو مرڪز ان ڳالهه تي هوندو آهي ته ڪيترا ماڻهو مانيءَ تي آيا. انهن جي رهڻ جو انتظام ڪيئن هو ڏاج ۾ ڇا ڏنو ويو. ڄڃ ۾ ڪيتريون گاڏيون هيون ۽ مهمانن جي آجيان ڪهڙي قسم جي هٿيارن ۽ آتش بازي سان ڪئي وئي. گهوٽ ۽ ڪنوار جي مستقبل يا انهن جي شروع ٿيندڙ نئين زندگيءَ بابت ڪا به ڳالهه انهن ڪاڄن جو موضوع نه هوندي آهي. ۽ نه ئي ان ڪي ضروري سمجهيو ويندو آهي. ان قسم جي شادين جو

انجام اڪثر ناڪامي هوندو آهي ۽ ڇوڪريون پنهنجن پيڪن ۾ باقي سڄي ڄمار گهرجي ٻين فردن جي خدمت ڪندي گذاري ڇڏينديون آهن.

اهڙي ئي هڪ شادي ظريف وال ۾ ٿي گذري. ڳوٺ ۾ شادي جي تياري ڪافي عرصي کان هلي پئي. گهوٽ جي پيءُ سڄي علائقي ۾ پڙهو ڏيارو. آخر هو ڇو نہ ائين ڪري ها. جڏهن کان مَلڪ ظريف دولت کي پنهنجي سيني سان لڳايو هو. هيءُ سندس گهر جي پهرين خوشي هئي. هيءُ ان جي پٽ جي شادي هئي. مَلڪ ظريف جي ڪهاڻي بہ عجيب قسم جي هئي. هو هن ڪاڄ تي ڪروڙين رپيا خرچ ڪري رهيو هو پر هن جون بہ ڏيئرون بنان شاديءَ جي گهر وينيون هيون. هن جي حالتن ۾ ٿوري وقت ۾ ئي طوفاني رفتار سان تبديليون آيون هيون. هو پنهنجي ماضي جي غربت ۽ افلاس جي تلافي دولت جي بنان روڪ ۽ اجائي استعمال ذريعي ڪري رهيو هو. ٿورو ئي عرصو پهرين هو هڪ عام ماڻهوءَ وانگر ڳوٺ ۾ رهندو هو. جيتوڻيڪ ڳوٺ ۾ ڪافي مشهور هو ۽ اوڙي پاڙي جي ڳوٺن وارا بہ هن کي سڃاڻندا هئا پر پوءِ اوچتو ئي هن پُست جي پوک بنان روڪ ٽوڪ شروع ڪري ڏني

هئي. ٿوري ئي وقت ۾ هن سوين ايڪڙن جي ايراضي خريد ڪري ورتي هئي ۽ ڳوٺ جي سيني ڪان مٿانهين جڳهه تي وڏي ڪوٺ اندر هڪ وڏو گهر نهرائي ورتو هو. ڪوٺ جو دروازو بہ ڪافي وڏو ۽ ويڪرو هو جنهن منجهان ٽرڪ آساني سان داخل ٿي سگهي ٿي. گهر جي مٿان هڪ وڏو مواصلاتي ٽاور بہ لڳل هو ۽ اڪثر ڪري ڪارن شيشن واريون آمريڪي گاڏيون بہ هن جي وڏي دروازي منجهان اينديون ويندي ڏسبيون هيون. هن جي اوچتي امير ٿيڻ ۽ گهڻي دولت جي ڪري ماڻهو سوچڻ تي مجبور هئا تہ آخر اهو ڪهڙي الادين جي چراغ جو ڪمال آهي پر ماڻهو پنهنجي مجبوري سبب زبان تي تالا لڳائي ماٺ ويٺا هئا.

شاديءَ واري ڏينهن ڳوٺ جي رونق ڏسڻ وٽان هئي. ڳوٺ جي تقريباً سيني ماڻهن کي ماني جي دعوت هئي. شاديءَ ۾ دعوت ڏنل ماڻهن مان گهڻن کي پائڻ لاءِ نئين پوشاڪ ۽ جتين جي جوڙي پڻ ڏني وئي هئي تہ جيئن شاديءَ جي ڏينهن هرڪو ماڻهو چڱا ڪپڙا پهريل هجي.

مَلڪ ظريف جي قلعي جهڙي حويليءَ تي چئني پاسي روشنيون لڳايون ويون هيون جنهن لاءِ وڏا وڏا جنريٽر ميرانشاهہ مان گهرايا ويا هئا جن گوڙ سان گڏ روشنيءَ سان عجب نظارو پئي ڏيکاريو. ڪوٽ جي ميدان ۾ ڳٽپ کان ٻاهر گاڏيون قطارن ۾ بيٺل هيون. گهڻي قدر گاڏيون ڪراچي ۾ هٿيارن جي زور تي ڦريل هيون ۽ اڪثر گاڏين تي اڃا تائين ڪراچي ۽ حيدرآباد جون نمبر پليٽون لڳل هيون. رڍن، ڇيلن ۽ ڪڪڙين کي ڪٺو پئي ويو جنهن مان هڪ وڏي دعوت جي اهتمام جو لقاءُ صاف ظاهر هو. گهر جي هڪڙي ڪنڊ ۾ اسلم خان پنهنجي ڪهاڙي سان ڪاٺين کي وڍڻ ۾ مصروف هو. پنهنجي مضبوط قد بت سان هو وڏي شوق سان ڪم ۾ مصروف هو ۽ خوش بہ هو. هو اڄ خوش ڇو نہ هجي، ٻنهي پنهنجو ننڍپڻ ڳوٺ جي گهٽين ۾ گڏ گذاريو هو ۽ گڏجي رانديون ڪندا هئا. هو هن جو ننڍپڻ جو دوست هو. ملڪ ظريف پنهنجي يار لاءِ سڀ ڪم ڪيا پئي جيڪي هن پنهنجي خاندان، پنهنجي زال ۽ ٻارن لاءِ ڪرڻ گهريو ٿي. پر قسمت جي ديوي هر ڪنهن تي ڪڏهن مهربان ٿي آهي!

شام جو هن جو سچو ڪٽنب ملڪ ظريف پاران ڏنل وڳا پهري ڪاج تي آيل هو پر هن جي دل ۾ هر هر ڪنبي وانگر هڪ سوچ آئي پئي تہ آخر هو ڇا جي ڪري ايترين ڏکين حالتن جا شڪار هئا. ڇو هو ۽ هن جا ٻار بکئي پيٽ سمهڻ تي مجبور هئا. آخر ڇو هو پنهنجي اولاد کي تعليم بہ نہ ٿي ڏياري سگهيو. اڄ جڏهن اسلم خان گهران ڪهاڙي کڻي ڪانيون ڪرڻ لاءِ نڪتو پئي تہ هن جي زال جميلہ هن کان پڇي رهي هئي تہ اسلم خان ڇا اسان جا بہ ڪنهن ڏينهن ڦرندا؟ ڇا اسين بہ ملڪ ظريف وانگر پنهنجي ٻارن کي خوشيون ڏئي سگهنداسين؟ اسلم خان خاموش رهيو. پنهنجي هٿ جي آڱرين کي ڪهاڙي جي ڌار تي ڦيريندي هو سوچيندو رهيو تہ ڪهاڙي جي تکائي هن جي زندگي ختم تہ ڪري سگهي ٿي پر بدلائي نہ ٿي سگهي. اڄ ڪانيون ڪري هو ڪجهہ ڏينهن جا داڻا تہ وٺي ويندو پر هن جي قسمت نہ بدلجندي. انهن خيالن کي ذهن مان ڌڪي ڪڍندي هو نراس دل سان ملڪ ظريف جي گهر جي طرف روانو ٿي ويو هو.

اسلم خان هڪ وڏي عيال واري خاندان جو سربراهہ هو ۽ پنهنجي علائقي ۾ مقامي معاشري جو

هڪ روشن خيال ماڻهو هو. هو پاڻ تہ پڙهي نہ سگهيو هو پر هن جي دل ۾ هميشہ اها خواهش هئي تہ هو پنهنجي اولاد کي تعليم جو زيور ڏئي سگهي. هن جا نوَ ٻار خوبصورت، حاضر دماغ، ذهين ۽ خدمتگار هجڻ جي باوجود تعليم کان وانجهيل هئا. هو جڏهن بہ رات جو سمهڻ جي ڪوشش ڪندو هو تہ ان ئي ڳالهہ تي سوچيندو رهندو تہ ڪهڙي ريت هن جو خاندان تعليم جو زيور پرائي سگهي. هن جي اولاد اهڙو ڪهڙو گناهہ ڪيو هو جو هو خواهش ڪرڻ جي باوجود ان کان محروم هئا. هو سوچيندو هو تہ قيامت جي ڏينهن الله کي ڪهڙو جواب ڏيندو تہ هو ايترو لاچار ڇو هو.

اسلم خان جي دل ۾ هميشہ اها خواهش هئي تہ هن جو پٽ ڊاڪٽر ٿئي. اهو پٽ جيڪو سالن جي دعائن ۽ باسون باسڻ کان پوءِ ڄائو هو، جيڪو مستقبل ۾ هن جي خاندان جو سهارو هو ۽ جيڪو اٺ ڏيئرن پٺيان ڄائو هو جنهن جي ڄمر تي هن پنهنجي حيثيت کان وڌيڪ جشن ملهايو هو. آخر هن جي قسمت ۾ ڪهڙيون رڪاوٽون هيون جو هو پنهنجي خواهشن ۽ تمنائن کي پورو ٿيندو نہ پئي ڏسي سگهيو.



پاڪستان جو اتريون سرحدي علائقو پنهنجي خوبصورتيءَ ۽ قدرتي منظرن لاءِ دنيا ۾ مشهور آهي. دنيا جون عظيم ترين جابلو چوٽيون هت ملن ٿيون جن تي چڙهڻ لاءِ سوين پرڏيهي سياح ايندا آهن. ڪجهه چڙهي ويندا آهن تہ ڪجهه ان ڪوشش ۾ اجل جو شڪار بہ ٿي ويندا آهن. هن خطي بيشمار درياهن کي جنم ڏنو جن جي ڇولين کي ڪو بہ بند روڪي نہ سگهيو. هت ملندڙ پکين ۽ جانورن ۾ تلور

مارخور ۽ برفاني رڇ شامل آهن جيڪي پنهنجو مثال پاڻ آهن. بالتور نالي دنيا جو سيني کان وڏو غير قطبي گليشيئر (برفاني پهاڙ) گلگت جي سرزمين تي واقع آهي. هي سڄو علائقو درياهن، ڍنڍن ۽ آبشارن سان سينگاريل آهي. هن علائقي ۾ ٻڌ مت، شهنشاهه اشوڪ جي سرپرستي ۾ وڌيو ۽ ان ئي رستي چين ۽ ٻين علائقن ۾ پهتو. جڏهن هندوستان ۾ برهمڻن جي ظالماڻين ڪاروائين جي نتيجي ۾ ٻڌمت ڪمزور ٿيو تڏهن بہ هن علائقي ۾ هي قائم رهيو. پنهنجي معدني وسيلن ۽ جاگرافيائي اهميت جي ڪري هي علائقو هزار سالن کان ڌارئين فوجن جي نشاني تي رهيو آهي. سڪندر اعظم ڪافرستان جي صورت ۾ پنهنجا نشان ڇڏيا ۽ 1840ع ۾ ڪابل تي حملي ۾ انگريزن کي ان وقت ويهه هزار سپاهين جي قرباني ڏيڻ باوجود شڪست ملي هئي. 1892ع ۾ اليڪس ڊيورنڊ ڪاڳر تي لڪيل هڪڙي لڪير ذريعي هن علائقي جي ٻناڻن کي مصنوعي طريقي سان ورهائڻ جي ڪوشش ڪئي پر انگريز سرڪار ان ۾ ڪامياب نہ ٿي. پاڪستان جو اتر — الهندو حصو ۽ ان سان لاڳاپيل

علائقا افغانستان جو حصو تہ نہ رهيا پر پنهنجي ٻولي، ثقافت ۽ تهذيب جي بنياد تي ان سان سلهاڙيل رهيا ۽ ڪنهن بہ قسم جا مصنوعي جاگرافيائي ڏار هن علائقي جي عوام کي ورهائي نہ سگهيا.

ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ روس هٿان جرمني جي شڪست کان پوءِ آمريڪا ۽ ان جي سامراجي حوارين کي پنهنجي معاشي نظام جي سلامتيءَ لاءِ خطرو محسوس ٿيڻ شروع ٿيو. انهن جي خوف کي وڏيڪ تقويت ان وقت ملي جڏهن سوشلسٽ روس ٻي مهاڀاري لڙائي کان پوءِ ڏهن سالن اندر ٻي انتها صنعتي ترقي حاصل ڪئي ۽ سيني الهندي وارين رياستن جي کوکلي سرمايہ داري معاشي نظام کي پوبان ڌڪي ڇڏيو. انهن ملڪن کي ٻي مهاڀاري لڙائيءَ ۾ وڏو مالي ۽ جاني نقصان ڪڻو پيو هو جنهن جي ڪري هنن جي سڄي معاشي سرشتي کي وڏو ڌڪ رسيو هو. ان نئين غير متوقع تبديليءَ جي ڪري ۽ پنهنجن ملڪن ۾ صنعتي ۽ معاشي ترقيءَ کي ٻيهر شروع ڪرڻ لاءِ انهن ملڪن پوئتي پيل ملڪن جي منڊين تي پنهنجو ڪنٽرول قائم ڪرڻ لاءِ نوان اپاءَ ورتا ڇاڪاڻ تي هاڻ فوجي ۽ سياسي حيثيت سان نو

آبادياتي ملڪن تي قبضو برقرار رکڻ ڏکيو ٿي ويو هو. اهڙي طرح ٻي مهاڀاري لڙائي کان پوءِ دنيا جو نقشو بنهہ ئي تبديل ٿي ويو هو جنهن جي نتيجي ۾ ڪيترن ئي نو آبادياتي ملڪن کي آزادي نصيب ٿي. سلطنت عثمانيہ جي رهيل اثر کي ختم ڪرڻ لاءِ عرب ملڪن جو وجود عمل ۾ آندو ويو ڇاڪاڻ تہ سلطنت عثمانيہ مسلمانن جو هڪ واحد مضبوط ڳڙهہ هو.

ٻي مهاڀاري لڙائيءَ کان پهرين ۽ ان دوران جرمنيءَ هٿان يهودين کي يورپ ۾ شديد جاني، مالي، معاشي ۽ مذهبي نقصان پهتو. اڪثر يهودين کي پنهنجي جان بچائڻ لاءِ لڏپلاڻ ڪرڻي پئي. ٻي مهاڀاري لڙائي کان پوءِ الهندن ملڪن فلسطين جو ورهاڱو ڪري يهودين کي اسرائيل جو تحفو ڏنو. هر علائقي جي ورهاڱي جو سبب اتان جي جاگرافيائي ۽ علائقائي حالتون نظر ۾ رکندي ڪيو ويو. روس ۽ چين کان پوءِ هندستان ۾ سوشلسٽن ۽ ڪميونسٽن زور ونڻ شروع ڪري ڏنو هو. اولهہ جون طاقتون اهو هرگز نہ چاهينديون هيون تہ روس (جيڪو ايراضي جي حساب سان دنيا جو سيني کان وڏو ملڪ هو) ۽ چين (جيڪو آباديءَ جي لحاظ کان وڏو ملڪ هو)

ڪان پوءِ هندستان بہ پنهنجي گوناگون صلاحيتن، معدني وسيلن ۽ وڏي آبادي سان گڏ سوشلسٽ ملڪن جو حصو ٿيو وڃي. انگريز سرڪار اهو بهتر سمجهيو تہ هندستان جو ورهاڱو مذهبي بنيادن تي ڪيو وڃي. پنهنجن انهن ارادن کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ مسلمانن جي نوابن، صنعتڪارن ۽ جاگيردارن جي ٽولي کي سياست ۾ گهلي آيا. اهي ماڻهو هئا جن پيڙهين کان وٺي غريب ماڻهو جو رت چوسيو هو ۽ هنن جي نسلن کان خدمت ڪرائي هئي. اهڙو ٽولو جنهن کي غريبن جي مسئلن جي ڪا ڄاڻ نہ هئي بلڪ پنهنجن علائقن ۾ غربت پيدا ڪرڻ جا ذميدار اهي ئي ماڻهو هئا. هندستان جي ورهاڱي کان پوءِ پاڪستان جي حڪومت هميشہ اهڙن ئي ماڻهن جي هٿ ۾ رهي. محنت ڪش ۽ پيڙهيل طبقن جي نصيب ۾ اڄ بہ رڳو ڏڪا ڪائڻ لکيل آهي.

روس جي رياستي سرشتي ۾ تبديلي کان پوءِ 1962ع ۾ روسين آمريڪا جي پاڙي ۾ ڪيوبا ۾ ميزائيل لڳائي ڇڏيا ۽ ائين انهن ٻن وڏين طاقتن جي وچ ۾ هڪ سرد جنگ جو بنياد پئجي ويو. ان سرد جنگ دوران پاڪستان ۾ ايوب خان کي فوجي آمر

طور آندو ويو ۽ پاڪستان کي روس خلاف جاسوسي جو اڏو ناهي ڇڏيو ويو.

ان کان پوءِ 1977ع ۾ ضياالحق جهڙو فوجي آمر چونديل سرڪار جو تختو اونڌو ڪري پاڻ سربراهه نهي وينو. هن هڪ چونديل وزير اعظم کي ڦاسي تي چاڙهيو ۽ نالي ماتر اسلامي نظام جو سهارو وٺي حڪومت تي پنهنجي گرفت مضبوط ڪندو ويو.

1979ع ۾ افغانستان ۾ روسي قبضي کان پوءِ پاڪستان وري مغربي ملڪن جي ويڙهه جو نشانو بڻيو ۽ هن دفعي افغان پناهه گيرن سان گڏوگڏ اترئين علائقن جي رهواسين کي به ان جنگ ۾ وڌو ويو. آمريڪا پنهنجن مخصوص مقصدن جي حاصلات لاءِ ان جنگ کي مذهبي رنگ ڏئي ان کي ڪفر خلاف جهاد جو نالو ڏئي ڇڏيو. سعودي عرب پنهنجي خزاني جا منهن کولي ڇڏيا ۽ آمريڪا پنهنجي هٿيارن جي اڏن جو چابيون ۽ جاسوسي جي ذريعن کي ان ويڙهه لاءِ وقف ڪري ڇڏيو. بيشمار مدرسه کوليا ويا جنهن ۾ خاص ڪري افغان پناهه گيرن کي ڀرتي ڪيو ويو. هر شهر، ڳوٺ، ٻهراڙي ۾ شاميانا لڳائي جهاد لاءِ چندو گڏ ڪيو ويو. مدرسن لاءِ ٻارن کي به ڀرتي ڪيو ويو جن

ڪي جنگ ۾ استعمال ڪرڻ لاءِ ذهني تربيت ڪئي وئي ۽ انهن کي افغانستان موڪليو ويو ۽ ان لاءِ اڪثر ڪري ٻارن جي والدين جي اجازت جي ضرورت بہ نہ محسوس ڪئي وئي. آخرڪار روس کي شڪست تي پر مذهبي جنونيت جا منحوس چنبا پاڪستان ۾ هميشہ لاءِ کُپي ويا. هاڻ اهي ئي مدرسا هڪ ٻئي کي نشانو بڻائيندا آهن. مختلف فرقن جا انتها پسند، مسجدن ۽ ٻين مذهبي جڳهين تي معصوم ماڻهن کي نشانو ٺاهين پيا. پر اسان جي ملڪ جا اڪثر تنگ نظر عالم خاموش تماشاين وانگر اسلام جي نالي ۾ ٿيندڙ ظلمن جو فقط نظارو پيا ڪن ۽ ملڪ جا حڪمران پنهنجي ٿرلت کي برقرار رکڻ لاءِ انهن حقيقت تي پردو وجهيو وينا آهن. هنن کي خطرو آهي تہ جيڪڏهن هنن انتها پسندن خلاف ڪاروائي ڪئي تہ ڪٿي هو انهن جي عتاب جو پاڻ شڪار نہ ٿي وڃن. نتيجي ۾ اسان جي ملڪ پاڪستان ۾ محنت ڪندڙ ۽ ايماندار شخص جي زندگي ڪنهن جانور جهڙي ٿي وئي آهي. اهڙين حالتن ۾ هڪ ايماندار ماڻهو بنان رشوت ۽ بي ايماني جي پنهنجي ٻچن کي بہ ويلا ماني ۽ تعليم ڏيارڻ جي قابل نہ آهي.

هن ملڪ جي هڪ تهذيب ۽ پشتون قدرن جي مالڪ قوم کي پنهنجي روايتن جي پاسداري ڪرڻ جي ان وقت وڏي قيمت ادا ڪرڻي پئي. جڏهن يارنهين سيپٽمبر 2001ع جي حملي کان پوءِ اسامہ کي مغربي ملڪن جي حوالي ڪرڻ کان انڪار ڪيو ويو تہ هو آمريڪا ۽ نيٽو جي حملن جو نشانو بڻيا. سيني پناڻن اجتماعي طور تي ان جارحيت جو مڙسي سان مقابلو ڪيو. هن جدوجهد ۾ نہ رڳو انتها پسند پر عام پناڻ بہ ذهني طور تي بڌي ڪري وڙهيا پئي. ان جي نتيجي ۾ سيئي ماڻهو مغربي طاقتن پاران فوجي حملن جو شڪار بہ ٿيا. ڊرون حملن ۾ ٿيندڙ بيگناهہ ماڻهن جي جان ۽ مال جي زيان طالبان جي ڪاميابي ۽ مقبوليت جي صورت ورتي. خون جو بدلو خون جي بنياد تي عام پشتون ماڻهو بہ ان جدوجهد ۾ شريڪ ٿيو ۽ طالبان جا همخيال نہ هوندي بہ عملي طور تي هنن جي حمايت ڪرڻ لڳا. طالبان ۽ انهن جي سوچ جي پوئيواري ڪرڻ وارن انهن ظلمن منجهان وڏو فائدو ورتو. هنن اترئين پاڪستان ۾ پنهنجي مدي خارج خيالن ۽ قانونن کي ڦهلائڻ جي ڪوشش ڪئي. ان عمل دوران ڏاڙهي ڪوڙائڻ تي پابندي ۽ برقعو پائڻ

لازمي قرار ڏنا ويا ۽ سعودي مسلڪ جي بنياد پرستن کي طاقت فراهم ٿي. اهڙين حالتن جو بوجهه هميشه وانگر عام ماڻهن کي کڻڻو پيو ۽ معاشري جو هر طبقو ان مان متاثر ٿيو. طالبان جي مذهبي انتها پسندي ۽ بنياد پرستيءَ جي ڪري گهڻن ئي علائقن ۾ تعليم جو نظام بند ٿي ويو. خاص ڪري ڇوڪرين جا اسڪول هنن بنياد پرستن جو نشانو بڻيا. جنهن جي ڪري اسڪولن بدران مدرسن جي نهڻ کي تقويت ملي ۽ ضياءُالحق جي پيدا ڪيل فلسفي کي هٿي ملي. ڏارين ملڪن خاص ڪري سعودي عرب جي فرقي سان تعلق رکندڙن انهن مدرسن جي سهائتا ڪئي ۽ طالبان پنهنجن منحوس ارادن جي حاصلات لاءِ انهن مدرسن کي پنهنجو گهر ناهي ڇڏيو. اهي مدرسا مستقل طور تي جهادي ۽ آپگهاتي بمبارن جي تربيت جو مرڪز بڻيا جتي مسڪين ۽ غريب ماڻهو مالي بدحاليءَ سببان پنهنجي ٻارن کي تعليم جي نالي ۾ موڪلڻ لاءِ مجبور هئا.



ملڪ ظريف وال ۾ حالتن پٺاندڙ ڪجھ خاص تبديليون وجود ونيون رهيون هيون ۽ مذهبي جنونيت جا ڪافي گهرا ۽ گهڻ وقتي اثر ڏسڻ ۾ آيا پئي. جتي انتها پسندن اسڪولن ۽ درسگاهن کي پنهنجي بنياد پرستيءَ جو نشانو پئي ٺاهيو اتي ان علائقي ۾ مذهبي مدرسن جي ٺهڻ جو سلسلو شروع ٿي ويو هو. اهي مدرسا هر ڳوٺ يا واديءَ ۾ موجود تہ هئا پر ڏسڻ ۾ ايندو هو تہ هر ٻئي ٽئي مهيني کان پوءِ

ڪجهہ ماڻهو ٻوڻن جا دورا ڪندا هئا. انهن جو مقصد مذهب جي تبليغ يا انسانيت سان دوستيءَ جو پرچار هرگز نہ هو بلڪ انهن جو اصل نشانو مسڪين ماڻهن ۽ گهٽي عيال واري خاندانن ڏانهن هو جن جي مجبورين مان هو فائدو حاصل ڪري سگهن. هو ٻوٽ جي مسجد منجهان ٻوناڻن بابت معلومات حاصل ڪندا هئا ۽ پوءِ هڪ سوچيل سمجهيل حڪمت عمليءَ ذريعي اهڙن گهراڻن جي ماڻهن سان ملندا هئا.

هن دفعي جمعي جي نماز کان پوءِ امام صاحب جي ملاقات شمروز خان سان ٿي هئي. شمروز خان جو هن ٻوٽ جو هي پهريون دورو هو. ملڪ ظريف وال ۽ ان جي پس منظر بابت هن کي ڪا خاص واقفيت نہ هئي. هو هڪ مدرسي جي ذميدار جي حيثيت ۾ نمائندگي ڪري رهيو هو ان ڪري هن کي ٻوٽ جو اجتماعي مهمان قرار ڏنو ويو هو. هن جو ٻوٽ ۾ چار کان ڇهہ ڏينهن رهڻ جو ارادو هو. شمروز خان کي ٻوناڻن پاران امام صاحب جي حجري ۾ ترسايو ويو ۽ هن جي کاڌي پيتي جي ذميداري بہ ٻوٽ وارن جي هئي.

شمروز خان جي عمر ويهہ پنجويهہ سال کن هئي. منهن تي عمر کان وڏي ڏاڙهي ۽ مٿي تي گهنڊيدار وارَگهڻن ڏينهن کان ڌوتل نہ هئا. مٿي تي ٽوپيءَ بدران هڪ صافو ٻڌل هوندو هئس جيڪو هن جي ڪاري جوڙي کان ٿورو هلڪي رنگ جو هو. ڳوٺ ۾ هن تقريباً سڄو وقت حجري ۾ گذاريو. هو نماز کان سواءِ ڳوٺ ۾ گهٽ ئي نظر ايندو هو. پنهنجي رهڻ دوران هو امام صاحب کان ڳوٺ جي رهواسين بابت معلومات جمع ڪندو رهيو. ڏينهن جو باقي حصو هو اٽجاتل ماڻهن سان پنهنجي موبائيل تي ڳالهائيندو رهندو هو. هن جي گهڻي ڳالهہ ٻولهہ پشتو ۾ هوندي هئي پر هو اڪثر فارسي، دري، پنجابي، اردو ۽ ڪجهہ ٽٽل ڦٽل انگريزي ۾ بہ ڳالهائيندو هو. ان عمر ۾ ايترين ٻولين ڳالهائڻ ان ڏورانهين علائقي ۾ ڪافي معنيٰ رکندڙ هو. اتي رهڻ جي ٽن ڏينهن کان پوءِ هن مختلف گهراڻن جي سرپرستن ۽ سربراهن سان ملاقاتن جو سلسلو شروع ڪيو. ڳوٺ وارن کي هن جي اچڻ جي اڳواٽ خبر هئي ۽ هو انتظار ۾ هئا تہ شمروز خان سان ڪڏهن تي ملاقات ٿئي.

اسلم خان جو معمولي ڪاروبار وقت سان تباهيءَ ۽ بربادي‍ءَ جو شڪار ٿيو هن جي ٽانون جو ننڍڙو دڪان تقريباً خالي ٿي چڪو هو جنهن جو هڪ سبب تہ ان علائقي ۾ سامان سڙي جي پهچ ۽ اچ وڃ جي ڏکيائي هئي ۽ ٻيو تہ هن جي مالي حالت اهڙي نہ هئي جو هو ميرانشاهہ وڃي دڪان جو سامان خريد ڪري سگهي، چاڪاڻ تہ هو سفر جو اضافي خرچ برداشت ڪري نہ ٿي سگهيو. هن جي بچايل رقم گهرجي خرچن لاءِ اڻپوري هئي. اڳين نماز ڪان پوءِ هو ڳوٺ ۾ پنهنجي دڪان تي ويهندو هو جتي هن گڏوگڏ چانهہ جو دڪان بہ کولي ڇڏيو هو. هن پنهنجي ڏيئرن ۽ اڪيلي پٽ کي اسڪول موڪلي تعليم ڏيارڻ چاهيو ٿي، پر مقامي اسڪولن جي بند ٿيڻ ۽ معاشي بدحاليءَ جي ڪري هو ڏاڍو مجبور ٿي پيو هو. اهڙين حالتن ۾ هن جي شمروز خان سان ملاقات اوندهہ ۾ روشنيءَ جي ڪرڻي ڪان گهٽ نہ هئي. هن وڏي شدت سان شمروز خان سان ملاقات ڪرڻ چاهي پئي. هو ڪيترن ڏينهن ڪان پنهنجي پيٽ تي پٿر ٻڌي ۽ گهر وارن کي فاقا ڪرائي بہ امام صاحب ۽ شمروز خان لاءِ سنا طعام موڪليندو رهيو هو. هو هر نماز ڪان پوءِ

امام صاحب کي شمروز خان سان ملاقات ڪرائڻ لاءِ چوندو رهيو هو.

جڏهن اسلم خان کي امام صاحب اطلاع ڏنو ته اربع تي سانجهي نماز کان پوءِ هن جي ملاقات جو بندوبست ڪيو ويو هو ۽ شمروز خان جي رواني ٿيڻ کان هڪ ڏينهن اڳ ائين ٿيڻو هو. ته اسلم خان سک جو ساهه کنيو. هن جي سڄي هفتي جي محنت ۽ خدمتن رنگ لاتو هو. اسلم خان ڪافي بي چين هو. هن کي يقين نه پئي آيو ته هن جي دعائن ۽ اميدن جي پوري ٿيڻ جو وقت اچڻ وارو هو. هن پڪو پهه ڪيو هو ته هن کان جيڪو به واعدو ورتو ويندو ته هو اقرار ڪري ڇڏيندو.

شمروز خان ۽ اسلم خان جي ملاقات امام صاحب جي موجودگي ۾ سانجهي نماز کان پوءِ حجري بدران مسجد جي ڪنڊ ۾ پٽ تي وڇايل پوئين صفن تي ٿي. امام صاحب گيس جي چلهي تي ناهيل چانهه پيش ڪئي ۽ ڳالهيون شروع ٿيون. اسلم خان جو شمروز خان سان تعارف ڪرايو ويو.

هنن جي ملاقات اٽڪل ڪلاڪ کن هلي هوندي. پر اسلم خان کي ان ڪلاڪ گذرڻ جو پتو ئي نه پيو.

شمروز خان هن کي ٻڌايو تہ هو مدرسي جو ناظم آهي ۽ هر مهيني هو هفتي کن لاءِ علائقي جي مختلف ڳوٺن جو دورو ڪندو آهي ۽ ٻارن کي مدرسي ۾ تعليم لاءِ چونڊيندو آهي، جتي ساڍن ٽي سؤ کن ٻارن جي رهائش جو بندوبست آهي ۽ هر ڇهين مهيني هڪ چادر، هڪ جوڙو ڪپڙا ۽ هڪ جوڙي جتين جي هر ٻار کي باقاعدگي سان ڏني ويندي آهي. تعليم حاصل ڪرڻ دوران هنن کي مفت ماني بہ ڏني ويندي آهي. مدرسي ۾ طالبان جا ٽي حصا آهن. پهرئين حصي ۾ قاعدو ۽ پندرنهين سيپاري تائين جا ٻار. ٻئي حصي ۾ سورنهين کان وٺي ٽيهين سيپاري وارا ٻار ۽ ٽئين حصي ۾ قرآن حفظ ڪرڻ وارا ٻار شامل آهن. هر جماعت نئون سيپارو ختم ڪرڻ کان پوءِ هڪ هفتي جي موڪل تي ويندي آهي جنهن دوران هن کي مختلف ذميداريون ڏنيون وينديون آهن. هر جماعت هڪ سيپارو مهيني کن ۾ ختم ڪندي آهي. اهڙي طرح هر ٻار تقريباً ٽي سال مدرسي ۾ قرآن جي تعليم حاصل ڪندو آهي. مدرسي ۾ داخلا وقت ٻارن جي عمر اٺن کان ٻارنهن سال هوندي آهي ۽ قرآن مڪمل ڪرڻ وقت ٻار يارنهن کان پندرنهن سالن جا ٿي ويندا

آهن. قرآن حفظ ڪرڻ وارا ٽيهہ ٻار ٻن ڪان ٽي سال وڏيڪ رهندا آهن جنهن ۾ هر سيپاري حفظ ڪرڻ ڪان پوءِ هفتو موڪل هوندي آهي. انهن ٻارن کي بہ موڪل دوران مختلف قسم جي تربيت ۽ ڪمن تي لڳايو ويندو آهي. قرآن حفظ ڪرڻ وارن ٻارن جي حفظ مڪمل ڪرڻ وقت عمر پندرنهن ڪان ارڙنهن سال هوندي آهي. قرآن ختم ڪرڻ واري عرصي ۾ هن جي گهرائي کي وظيفو بہ ڏنو ويندو آهي، جنهن ۾ هڪ مقرر ڪيل وقت کان پوءِ اضافو بہ ڪيو ويندو آهي. اسلم خان جي پٽ خستہ خان جي عمر ان وقت اٺ سال ڪن هئي. هن کي وڏي اميد هئي تہ هو مدرسي ۾ داخل ٿي ويندو. هن جي محنت ۽ دعائون اجايون نہ ٿينديون. هن جي دل ۾ اولاد کي پڙهائڻ لاءِ ارادا ۽ خيال تہ بيشمار هئا پر حالتن کان مجبور هو فقط اهو ئي ڪري سگهيو پئي، جنهن سان هن جي وڏي عيال منجهان گهٽ ۾ گهٽ هڪ ٻار تہ جهالت جو ڳت ڳچيءَ ۾ پائڻ ڪان بچي وڃي ها.

شمروز خان هن کي ٻڌايو تہ مدرسو ڏهہ ڪن سال اڳ قائم ڪيو ويو هو. مدرسي جي سرپرستي ۽ ڪفالت ڏيهي ۽ پرڏيهي مالدار ماڻهو ڪندا هئا.

حفظ قرآن ڪندڙ ٻارن کي ڪجهہ مخصوص قسم جي تربيت بہ ڏني ويندي هئي جنهن لاءِ مائٽن جي اڳواٽ اجازت نہ فقط ضروري هئي پر مدرسي ۾ داخلا لاءِ بہ ضروري هئي. اسلم خان کي اهي سڀ شرط سؤ سيڪڙو قبول هئا. پيءُ جي حيثيت ۾ هن جي زندگيءَ ۾ اجوڪو ڏينهن وڏي اهميت جو حامل هو. اڄ هو پنهنجي سڀني ذميدارين کان آزاد ٿيڻ وارو هو جيڪو خاندان جي سربراهہ طور هن تي هيون. هاڻ هن جو پٽ خستہ خان مدرسي ۾ داخل ٿي تعليم جي رستي تي لڳڻ وارو هو. جيڪي نہ رڳو هن جي دلي خواهش هئي پر پيءُ جي حيثيت ۾ تعليم ڏيارڻ هن جو فرض بہ هو. اڄ هو فرض جي هڪڙي وڏي ذميداري کان آجو ٿي رهيو هو. هو اڪثر سوچيندو هو تہ جي هن جا حالات نيڪ هجن ها تہ هو پنهنجي پٽ کي وڌيڪ تعليم لاءِ ڪنهن وڏي شهر موڪلي ها ۽ ڪنهن يونيورسٽيءَ يا خاص ڪري ميڊيڪل ڪاليج ۾ پڙهي ڊاڪٽر ٿهي وڃي ها. پر هن جي معاشي بدحاليءَ هن کي ان جي اجازت نہ ٿي ڏني. مذهبي جنونيت جي ڪري ڳوٺ جي اسڪول جو بند ٿيڻ ۽ اسڪولن جي عمارتن جو بمن ذريعي تباهہ ٿيڻ

جي ڪري هن جو وس نہ ٿي هليو پر اڄ هن جي خواهش پوري ٿيڻ واري هئي ڇو تہ هن جو پٽ هاڻ مدرسي ۾ داخل ٿيڻ وارو هو ۽ هاڻ جوان ٿيڻ تائين هن جي ڪپڙن، جتين ۽ ٻين ضرورتن جي ذميداري بہ مدرسي جي هئي. ان سان گڏ اسلم خان جي گهر کي پابنديءَ سان وظيفو بہ ملڻو هو جنهن مان هن جي ڪاروبار کي ڪجهہ سهارو ملڻ جي اميد هئي ۽ اهڙيءَ طرح شايد هو ڪنهن ڏينهن ٻيهر پنهنجي پيرن تي بيهڻ جهڙو ٿي سگهي. هو سوچيندو هو تہ هو گهٽ ۾ گهٽ ايترو ڪري سگهي تہ پنهنجي اولاد کي ٿي نہ تہ بہ ويلا پابنديءَ سان کارائي سگهي ۽ ڪجهہ بچت ڪري پنهنجي ٻارن جي شادي جا خرچ ڪري سگهي. هو خدا کان دعائون گهرندو هو تہ هن جو پٽ قرآن ختم ڪرڻ کان پوءِ قرآن حفظ ڪرڻ لاءِ چوندجي وڃي. ائين ڪرڻ سان خستہ خان هڪڙو تہ علم جي شهر ۾ داخل ٿي ويندو ۽ ٻيو هن جي خاندان جون معاشي حالتون بہ بهتر ٿي وينديون.

اسلم خان سمجهيو ٿي تہ اهو هڪ وڏو امتحان هو ڇاڪاڻ تہ هر ذهن جي جماعت مان هڪ ٻار کي حفظ لاءِ چوندجڻو هو. هن جي دعا هئي تہ ايندڙ ڇهن

ستن سالن لاءِ گهر جو خرچ مدرسي جي حوالي هجي تہ جيئن هن جي ڪلهن تان ذميدارين جو بوجهہ هلڪو ٿي وڃي ۽ هو پنهنجي اولاد جي سامهون هڪ ناڪام پيءُ جي حيثيت سان شرمندو ٿيڻ کان بہ بچي وڃي. هن کي پنهنجي ذلت برداشت نہ هئي تہ مستقبل ۾ هن جا ٻار هن تي اهو الزام نہ لڳائين تہ جي هو ٻار پالي نہ ٿي سگهيو تہ هنن کي ڄڻيائين ڇو؟ چيو ويندو آهي تہ هر شخص پنهنجي حصي جو رزق کڻي دنيا ۾ پيدا ٿيندو آهي پر اهو ضروري ڪونهي تہ اهو رزق عزت ۽ آبروءَ سان گڏ اچي. اهڙو رزق حاصل ڪرڻ لاءِ ڪڏهن بک، ڪڏهن ذلت تہ ڪڏهن غيرت جو سودو ڪرڻو پوندو آهي. اوبر ڪيل ۽ ٻچيل ٽڪرا هر ڪنهن جي نصيب ۾ تہ نہ آهن. رستن ۽ گهٽين ۾ پلجندڙ ڪتو بہ ڪجهہ نہ ڪجهہ کائي پلجي ويندو آهي پر انسان ۽ ڪتي جي زندگيءَ ۾ ڪجهہ تہ فرق هجي. گهٽيءَ جو ڪتو هر ايندي ويندي ماڻهو تي پونڪي هن جي توجهہ حاصل ڪري وٺندو آهي پر ڪنهن غيرتمند ۽ هوشمند ماڻهوءَ جي ڪڏهن بہ اها خواهش نہ هوندي تہ هو ايندڙ ويندڙ ماڻهن جي سامهون پنهنجي خواهشن ۽ مجبورين جو ذڪر ڪري. اسلم

خان پنهنجي زال ۽ پٽ کي چڱيءَ طرح سمجهائي آيو هو تہ چا بہ ڪٽي ٿئي، هن جي ڪوشش اها هوندي تہ ڪنهن طريقي سان خستہ خان مدرسي هليو وڃي ۽ هن پنهنجي پٽ کي بہ اهو ئي سمجهايو هو تہ جيڪڏهن ائين ٿئي ٿو تہ هن کي اها پڪ ڪرڻي آهي تہ هو پيءُ جو نڪ نہ وڍجڻ ڏي. پلي کهڙي بہ پابندي لڳائي وڃي چاڪاڻ تہ ان ۾ ئي سلامتي ۽ نجات آهي.

اسلم خان جي پٽ بہ چاهيو ٿي تہ هو ڳوٺ جي گهٽيل ماحول مان نڪري پنهنجي عمر جي ٻارن سان کيڏي سگهي، انهن سان گڏجي هو پنهنجي مرضيءَ ۽ عمر جي مطابق حرڪتون ڪري. جيتوڻيڪ هن کي پنهنجي خاندان طرفان ڪنهن قسم جي مارڪٽ جي شڪايت نہ هئي پر اسڪول نہ هجڻ جي ڪري هن جو سڄو وقت مامن، پنهنجي پيءُ ۽ ماءُ جي حڪمن جي تعميل ۾ گذرندو هو. هفتي ۾ ٻہ ٽي ڏينهن جبلن تي ڪاٺيون ڪرڻ ۽ انهن کي ڪلهي تي ڍوئي اچڻ ۾ هن کي ڪو اعتراض نہ هو. نہ ئي هن کي پيءُ جي هوٽل تي چانهہ جا ٿانو ڪٽڻ ۽ ڌوئڻ يا گهر ۾ ماءُ جو هٿ ونڊائڻ ۾ ڪو پيشاني تہ ڪو گهنج ايندو هو

پر هو چاهيندو هو تہ هن کي کو واندڪائيءَ جو وقت ملي. ايترو وقت جنهن ۾ هو دوست ناهي سگهي ۽ انهن سان راند رهي سگهي. ڳوٺ ۾ اسڪول نہ هجڻ ۽ اتي جي معاشي بدحاليءَ ڪري ٻين ٻارن جو بہ اهو ئي حال هو. حقيقت اها آهي تہ انهن معصوم ٻارن کي تہ اها ئي خبر نہ هئي تہ ننڍپڻ ڇا ٿيندو آهي. ان عمر ۾ ٻار ڇا ڪندا آهن، ڪهڙيون رانديون رهندا آهن ۽ ڪيئن ان عمر جا ٻار هڪ بيپرواهہ زندگي گذاريندا آهن. ڪيئن هو دوستن سان رشتا پيدا ڪندا آهن. اها دوستي جيڪا بي لوث هوندي آهي، ڪنهن غرض جي بنياد تي ٻڌل نہ هوندي آهي ۽ وقت سان هڪ گهاٽي وڻ جيان وڌندي رهندي آهي. خستہ خان کي ٿوري خبر تہ هئي پر هن پنهنجي ننڍپڻ جي ان خاني کي ڇڳي ريت نہ ڏٺو هو.

مدرسي ۾ داخلا جي اميد ۾ هو ڏينهن رات، جاڳندي سمهندي خيالن ۾ ٻڌل رهندو هو. هن اهو سوچڻ شروع ڪري ڏنو هو تہ شايد هو پنهنجي ننڍپڻ جو ڪجهہ حصو هڪ ٻار وانگر گذاري سگهندو ۽ هن جي زندگيءَ جو هڪڙو حصو رانديون رهندي بہ گذرندو. شايد هو ڪجهہ دوست ناهي، جن سان

پنهنجي جيڏن واريون ڳالهيون ڪري سگهندو. هن کي اميد هئي تہ جڏهن ائين ٿيندو تہ وڏا هن تي ٺٺوليون نہ ڪندا. هن تي کلندا نہ ڇاڪاڻ تہ هن جي سنگت ۾ سيئي هن جي عمر جا هوندا جيڪي بہ هن وانگر ئي سوچ رکندا هوندا. هن جهڙيون ئي حرڪتون ڪندا ۽ آخر ڏينهن جي پڇاڙيءَ تي سڀ ڪجهہ وساري سمهي رهندا.

ملاقات ۾ شمروز خان هن کي ٻڌايو تہ امام صاحب هن کي اسلم خان، ۽ سندس وڏڙن ۽ گهراڻي جي حوالي سان تمام گهڻي احترام ۽ عزت وارن لفظن ۾ بيان ڪيو هو. شمروز خان ان سان گڏ ئي اسلم خان جي مهمان نوازيءَ تي هن جا ٿورا بہ مڃيا. هن چيو تہ مولوي صاحب خستہ خان جي بہ واکاڻ ڪئي هئي تہ هو هڪ سنو ۽ فرمانبردار ٻار آهي. ڳوٺ جا ماڻهو هن جي تعريف ڪندا آهن ۽ ڳوٺ جا ماڻهو پنهنجي ٻارن کي خستہ خان جا مثال ڏيندا آهن. شمروز خان اهو بہ چيو تہ خستہ خان جي عمر مدرسي ۾ داخلا لاءِ بلڪل موزون هئي ۽ هن جي سوچڻ سمجهڻ جي صلاحيت بہ سٺي آهي. هو پابندي سان مسجد ۾ نماز پڙهندو آهي، اڪثر مسجد جي صفائي سترائي ۽ ٻين ڪمن

۾ شوق سان حصو ونندو آهي جنهنڪري امام صاحب هن مان تمام گهڻو خوش آهي. آخر ۾ شمروز خان اسلم خان کان پڇيو تہ جي اسان اوهانجي ٻار کي مدرسي ۾ داخل ڪريون تہ اوهان کي ڪو اعتراض تہ نہ هوندو. اهو ٻڌي اسلم خان جي دل خوش ٿي وئي. هن جي دل جي خواهش پوري ٿي رهي هئي. هو گهڙي منهن سان خدا ۽ شمروز خان جا ٿورا مڃي تہ اڄ هڪ غيرتمند پيءُ پنهنجي عزت بچائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو هو. هن فوراً حامي ڀري ۽ پوڻ پيرن سان مسجد جي دروازي ڏانهن وڌيو. اڄ هن جي زندگيءَ جو هڪ اهم ڏينهن هو. اسلم خان هر قسم جا شرط قبولي ورتا ۽ شمروز خان کي يقين ڏيارايائين تہ خستہ خان هن کي ڪڏهن مايوس نہ ڪندو.



اسلم خان جي ڳوٺ کان تقريباً ويهن پنجويهن ميلن جي مفاصلي تي هاءِ وي وٽ ڪجهه وقت کان ڪافي تبديليون پئي آيون جن ۾ ٻه ڳالهيون گهڻيون ظاهر هيون. هڪ ان علائقي جو مدرسو ۽ ٻيو ان جي پرسان واري هوٽل. هوٽل جو نهڻ هاءِ وي جي ٽريفڪ لاءِ ڏاڍو فائديمند ثابت ٿيو هو. اهو هاءِ وي جيڪو پاڪستان ۽ افغانستان جي وچ ۾ جبلن ۽ ڄُرن جي وچ ۾ موجود هو ان تي ميلن

تائين ڪا آبادي يا ترسڻ جي جڳهه نه هئي. هاڻ وي جو سفر مفاصلي جي حساب کان تمام گهڻو وڏيڪ وقت وٺندو هو. جبلن جي اوچائيءَ تي ور وڪڙ کائيندڙ رستي تي پاسن کان ڪو بچاءُ نه هئو ۽ اهڙن رستن تي آمهون سامهون به گاڏيون يا بسون وغيره لنگهنديون هيون ته ماڻهو حيران ٿي ويندا هئا. مسافرن جو ساهه مٺ ۾ هوندو آهي، خاص ڪري انهن ماڻهن جو جن جون سيٽون رستي جي ڪناري واري پاسي هونديون آهن. اهي اڪثر ڪري اکيون پوري ڇڏيندا آهن ڇاڪاڻ ته هيٺ وهندڙ درياهه هڪ سنهي ليڪ جهڙو نظر ايندو آهي. اهڙن جبلن جي وچ ۾ هڪ هوٽل جي موجودگيءَ جي ڪري ڊرائيورن، مسافرن ۽ ٻئي ڪم وارن کي ساهي ملي ويندي هئي. هوٽل تي مختلف قسمن جو کاڌو ملندو هو پر خاص ڪري چپلي ڪباب، ڪڙهائي گوشت ۽ سائي چانهه وڌيڪ مشهور هئا. مانيءَ جي قيمت به مناسب هئي جيڪا مسافرن جي خريد ڪرڻ جي قوت پٺاندڙ هئي. هوٽل سان گڏ ڪجهه ڪئون به موجود هيون جيڪي اڪثر مسافر، ڊرائيور، مستري ۽ وزن ڍوئڻ

وارا پنهنجو تڪ لاهڻ ۾ رات گذارڻ لاءِ مسواڙ تي وٺندا هئا. صبح ساڻ هنن لاءِ گرم نيرن جو بہ بندوبست هوندو هو. هوٽل جي پرسان مدرسي ۾ مسجد جي ڪري گهڻائي مسافر پنهنجيون قضا ٿيل نمازون بہ پڙهي سگهندا هئا. هن هوٽل گذريل ڪجهہ سالن ۾ چڱي ترقي ڪري ورتي هئي. هوٽل جو مئنيجر هڪ نهايت منظم پر بيحد خاموش همراهہ هو. هو تقريباً اناويهن ٽيهن سالن کن جو هوندو. سنهڙو جسم پر قد آور هئڻ ۾ مٿي تي بڏل وڏي پٽڪي جي ڪري هو پري کان پيو سڃاڻبو هو. هن جو ڪم نہ فقط هر ايندڙ ويندڙ تي نظر رکڻ هو پر گڏوگڏ هو پابنديءَ سان مسافرن کان مانيءَ جي معيار ۾ سهولتن بابت بہ پيو پڇندو هو. هوٽل جي پرسان نهيل ڪاڪوسن جي حالت هميشہ خراب رهندي هئي. انهن جو هئڻ نہ هئڻ برابر هو. چئن پٽين سان نهيل. نڪا ڇت ۾ نہ دروازي تي ڪو ڪڙو ان ڪاڪوس ۾ فقط هڪ ڪڏ هئي جنهن مان رڳو ڏپ پئي نڪرندي هئي. جيئن ئي ان جو دروازو کلي تہ هنيون ايترو تہ بتال ٿيندو هو جو ڪيڏي مهل بہ الٽي اچي وڃي! مسافرن جي

اڪثريت، ويندي عورتن تائين، ٻاهر وڃڻ جي اوٽ ۾ پنهنجيون ضرورتون پوريون ڪري وٺندي هئي. انهن کي پاڻي جا بدنا ۽ صاف پاڻي بهرحال ملي ويندو هو جيڪو پڻ ڪنهن نعمت کان گهٽ نہ هو.

هن هوٽل جي هڪ خاص ڳالهہ اها هئي تہ هتي ڪم ڪرڻ وارو سڄو عملو ننڍي عمر جي ٻارن تي ٻڌل هو جيڪي پير واري مدرسي ۾ پڙهندا هئا. هو هر مهيني وارين موڪلن دوران مقرر ڪيا ويندا هئا ۽ هنن جي عمر اٺن کان پندرنهن سال هوندي. سيني ٻارن کي سلوار قميص سان مٿي تي ٽوپي پهريل هوندي هئي ۽ هو سيئي پنهنجو ڪم ڦڙتيءَ سان ڪندا هئا. ڪم دوران هو پاڻ ۾ بہ پيا ڳالهائيندا هئا ۽ جي وچ ۾ جي مسافر نہ هجن تہ هنن کي آرام ڪرڻ جو موقعو بہ ملي ويندو هو. جنهن وقت هو ڪلي پاڻ ۾ ڪچهري بہ ڪري وٺندا هئا. عام طرح هنن کي ڪرسين، ميزن ۽ ٿانون جي صفائيءَ منجهان ئي واندڪائي نہ ملندي هئي پر تڏهن بہ نماز جي وقت هنن کي ان جي اجازت هوندي هئي. ان هوٽل تي ماني پچائڻ وارا بہ سورنهن کان ارڙنهن سالن جا ڇوڪرا هئا. سيني

ڪان وڏي عمر وارو هوٽل جو مينيجر هو جيڪو پابنديءَ سان سيني تي نظر رکندو هو. هن جي ڏگهي قد تي هن جي ڪلهي تي لٽڪيل ڪلاشنڪوف چڱي نهندي هئي.

مدرسو هڪ وڏي ايراضيءَ تي پکڙيل هو ۽ ڪنهن قلعي وانگر لڳندو هو. وڏين پٿين ۽ مضبوط ڪوٽ جي وچ ۾ ٽي عمارتون ۽ ٻه ننڍين گهرن جهڙيون جايون ٺهيل هيون. هڪ ماڙ وارين ٽن عمارتن ۾ هڪ وڏو شاهي ڪمرو هو جنهن ۾ ٽي ڪان ساڍا ٽي سؤ ٻار روزانو صبح جو پنهنجو سبق ياد ڪندا هئا. باقي ٻن عمارتن ۾ ٻن ڪمرن تي مشتمل طالبان جون رهائش جون جڳهيون هيون. ٻين ڪمرن تي جُڙيل عمارتن ۾ ڪل پندرنهن ڪمرا هئا. اٺ ڪمرا هڪڙي پاسي ۽ ست ٻئي پاسي. جنهن طرف ست ڪمرا هئا انهي پاسي ئي ڪاڪوس ۽ وهنجڻ جي جاءِ هئي. عمارت ۾ گهڙڻ وقت ائين لڳندو هو جڻ ته ٻنهي پاسن تي اٺ ڪمرا آهن. اهي ڪمرا ڪافي ڪشادا هئا ۽ هر ڪمري ۾ ڏهه ڪتون هيون. پنج هڪ طرف ۽ پنج ٻئي پاسي. هر کٽ سان هڪ ننڍڙي جست جي

صندوق هئي جيڪا طالبان پنهنجي استعمال جي شيون رکڻ لاءِ استعمال ڪندا هئا. صبح جو اٿڻ کان پوءِ بسترا ويڙهي رکبا هئا جيڪي وري رات جو کولي ڇڏبا هئا. ان ڪري بسترن جي چادرن، فراسين، وهاڻن ۽ ڪمبلن کي ڌوئڻ جي ضرورت گهٽ پوندي هئي ڇاڪاڻ تہ اهي ڏينهن دوران ڌوڙ ۽ مٽيءَ کان بچيل رهندا هئا. هر ڪمري ۾ هوا جي گذر لاءِ بہ دريون هونديون هيون. چوديواريءَ منجهہ جيڪا ٽين عمارت هئي ان جي ڪا خاص شناخت نہ هئي. ان ۾ اچ وڃ لاءِ هڪ عام دروازو هو ۽ رهيل طرف رڳو دريون ئي دريون هيون. ڏينهن جو سيئي دريون کليل هونديون هيون تہ جيئن روشني هر وقت موجود هجي. هن علائقي ۾ اجان تائين پاڻيءَ ۽ بجليءَ جي سهولت موجود ڪانہ هئي. عمارت جو فرش سچو پڪو هو جنهن تي فراسيون ۽ گلم وڇايل هوندا هئا. ان ڪمري ۾ مدرسي جي طالبان جون ٽيهہ جماعتون هڪ ئي وقت تي قرآن جي تلاوت ڪنديون هيون. ان ۾ حفظ ڪرڻ وارا طالبان بہ شامل هوندا هئا. هر وقت ڪنهن هڪ جماعت جا شاگرد موڪل تي هوندا هئا جيڪي

صبح جو سوير ئي اٿي هيٺ درياهہ وٽان پاڻيءَ جا دٻا ڀري ايندا هئا ۽ ان ڪانسواءِ هو پنهنجي رهائش جي ڪمرن جي ڪاڪوسن، هوٽل، مسجد ۽ مدرسي جي ٽانڪين ۽ مٽن کي بہ ڀريندا هئا. هر جماعت جون بہ ٽوليون ٺاهيون وينديون هيون. انهن مان پنج ماڻهو پاڻي ڀريندا هئا ۽ پنج هوٽل ۾ ماني پچائڻ ۽ مسافرن ۾ ماني ورهائڻ جا فرض ادا ڪندا هئا. اڳين نماز ڪانپوءِ ان جماعت جي اڪثريت کي موڪل ڏني ويندي هئي. فقط هڪ ٻار اڳين ۽ وچين نماز جي وچ ۾، هڪ وچين ۽ سمهڻي نماز جي وچ ۾ ۽ هڪ سمهڻي کان وٺي هوٽل بند ٿيڻ تائين ڪم ڪندو هو. سيني ٻارن کي ڪم دوران ڪاڏي جي وقت ويلو ڪارايو ويندو هو. اهڙيءَ طرح مدرسي جي ٻين ٻارن کان بہ باقاعدي ڪم ورتو ويندو هو.

پهرين پنجن سيپارن جي جماعتن کي مولانا صاحب پاڻ درس ڏيندو هو جنهن وچ ۾ هر پنجن ٻارن جي جماعت کي هو هڪ ڪلاڪ جي ساهي ڏيندو هو جنهن ۾ هو يا تہ آرام ڪرڻ لاءِ پنهنجي حجري ۾ هليووبندو هو يا وري ڇوڪرن کان

زورڏياريندو هو. ڇهين کان ٽيهين سيپاري پڙهڻ واري شاگرد کي پاڻ کان گهٽ جماعت واري کي سيپارو پڙهائڻو هوندو هو. گڏيل تلاوت ۽ سبق ياد ڪرڻ دوران مدرسي ۾ گوڙ جي ڪري ڪو بيو آواز ٻڌي نہ سگهبو هو. هر وقت ٽن کان ساڍا ٽي سو طالبان پٽ تي ويٺا وڏي واڪي ۽ جسم کي اڳيان پٺيان لوڏيندي آسمان مٿي تي کنيو بيٺا هوندا هئا. ٽيهن سيپارن ختم ڪرڻ کان پوءِ هر ذهن مان هڪ بار قرآن حفظ ڪرڻ لاءِ چونڊيو ويندو هو جيڪو تقريباً هڪ مهيني ۾ هڪ سيپارو ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو. اهڙيءَ ريت ٽيهن پارن جي هيءَ جماعت هڪ الڳ ڪنڊ ۾ مصروف رهندي هئي. باقي ٻچيل ڏو بار عملي تربيت لاءِ بين علائقن ڏانهن اماڻيا ويندا هئا. هو روز جي حساب سان جسماني ۽ جنگي مشقن جي عملي تربيت وٺندا هئا. اهو سلسلو سال کن هلندو هو ۽ ان ۾ هر قسم جي هٿيارن جو استعمال، ان جي صفائي، مرمت، نشاني بازي ۽ ٻيون جنگي ۽ جسماني ڪسرتون شامل هونديون هيون. ان تربيت دوران انهن کي مختلف ٽولين ۾ جبلن تي

تمام گهٽ خوراڪ سان هفتي لاءِ موڪليو ويندو هو. اهڙي طرح هنن کي ڏکين حالتن ۾ زنده رهڻ، دفاع ۽ حملا ڪرڻ جي تربيت ڏني ويندي هئي. اڪثر شاگرد ان تربيت ۾ ڀرپور نموني سان ڀرو وٺندا هئا جڏهن ته ڪجهه نه چاهيندي به حصو وٺڻ تي مجبور هوندا هئا. هڪ ٻه ڇوڪرا جيڪڏهن ڀڄڻ جي ڪوشش ڪندا هئا ته پوءِ ڪڏهن به ٻيهر نظر نه ايندا هئا. انهن جو حشر ڪنهن ڏٺو ته نه هوندو پر سڀئي ان کان واقف ٿي ويندا هئا. انهن سڀني مشقن جي دوران شاگردن جي تعليم جو سلسلو به هلندو رهندو هو. انهن جي تعليم بنيادي طرح سان معاشري ۾ هنن جي ذميداري، معاشري کي صحيح دڳ لائڻ، لادينيت کي قابو ۾ آڻڻ، دين کان ينتڪيل ماڻهن جي نشاندهي ڪرڻ ۽ هنن کي سبق سيکارڻ، دين ۾ نيون شيون متعارف ڪرائڻ وارن فرقن بابت پڙهائڻ، انهن فرقن ۽ جماعتن جي سڃاڻپ ڪرڻ ۽ انهن جي وجود جي ڪري معاشري ۾ پيدا ٿيندڙ ديني گمراهين کي ٻنجو ڏيڻ بابت هو. هنن کي ٻهرئين ڏينهن کان وٺي اهو ٻڌايو ويندو هو ته جنهن ڏينهن کان هنن مدرسي ۾ قدم

رکي دين جي راهہ ورتي هئي، تہ الله سائين هنن جي لاءِ جنت ۾ جڳهہ مخصوص ڪري ڇڏي هئي. پوءِ ڪٿي هنن جي زندگيءَ جو خاتمو طبعي هجي يا شهادت ماڻڻ سان. جنت جي حصي جي چونڊ، حورن جو انگ ۽ انهن جي سونهن ۽ جنسي لذت جو معيار هنن جي قربانيءَ مثان هو. جيتري وڏي قرباني هو ان راهہ ۾ ڏيندا، جنت ۾ اوتري ئي چڱي جڳهہ ملندي، جتي سهڻيون حورون ملنديون جيڪي ڏينهن رات هنن جي هر خواهش پوري ڪرڻ لاءِ آتيون رهنديون.

هنن کي اهو بہ ٻڌايو ويندو هو تہ ڪيئن آمريڪا پنهنجي ڊرون حملن سان هزارين خاندانن کي دنيا مان فارغ ڪري ڇڏيو هو. هزارين ماڻهو معذور، هزارين ٻار يتيم ۽ هزارين نوجوان عورتون بيواهہ ٿي ويون هيون. انهن شاگردن کي اهو بہ ٻڌايو ويندو هو تہ ڪيئن اهي ڪافر افغانستان جي موقعي پرست ۽ حرامخور حڪومت جي چاڙتن سان گڏجي ڳوٺن ۽ شهرن تي حملا ڪندا آهن، ڪيئن هو عورتن جون عزتون لُٽيندا آهن ۽ ڪهڙيءَ طرح حق لاءِ وڙهندڙ مجاهدن جي ننڍن

ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين سان جسماني ۽ جنسي زيادتون ڪيون وينديون آهن. انهن کي سمجهايو ويندو هو تہ الله سائين انهن ڪافرن کي ختم ڪرڻ لاءِ هنن کي چونڊي ڇڏيو آهي ۽ هاڻ هو ئي ان فتني ڦهلائڻ وارن کي ختم ڪندا. ان مقدس ڪم جي ادائيگي لاءِ پنهنجي جان جوکم ۾ وجهڻ وارا طالبان نہ رڳو پنهنجي خاندان جي عزت ۽ ناموس جو بدلو وٺڻ جو فرض پيا نڀائين پر گڏوگڏ جنت ۾ هڪ نهايت عظيم حصو بہ انهن جي نالي ڪري ڇڏيو ويو آهي. اها جنت جنهن جي زندگي دائمي ۽ ابدي آهي. هن فاني دنيا جو تہ قيام ئي عارضي آهي.



اسلم خان شمروز خان سان ملڻ ڪانپوءِ خوش خوش گهر ڏانهن روانو ٿيو. اج هو بيحد خوش هو. هن ڪان انتظار نٿي ٿيو. تڪڙا قدم کڻڻ باوجود هن کي ائين پئي لڳو جڻ اهو مختصر مفاصلو نهايت ڍگهو ٿي پيو هو. هو آتو هو تہ ڪيئن گهر پهچڻ ڪان اڳ ئي اهو ٻڌائي سگهي تہ خستہ خان مدرسي جي تعليم لاءِ چونڊجي ويو هو. اج هن جو ڳات اوچو هو ڇاڪاڻ تہ هن گهرجي سربراهہ جي حيثيت ۾ تمام وڏو ڪارنامو

ڪيو هو ۽ پنهنجي مالي بدحاليءَ باوجود اڄ هو خستہ خان کي جهالت جي انڌي کوهہ ۾ ڪرڻ کان بچائي چڪو هو.

هوڏانهن گهر تي هن جي زال جميلہ پنهنجي ائن ڏيئرن ۽ اڪيلي پٽ خستہ خان سان گڏ اسلم خان جي گهر اچڻ جو انتظار ڪري رهي هئي ۽ سوچي رهي هئي تہ جيڪڏهن چڱي خبر ملي تہ هو ڪڪڙ کهي پچائيندي ان بيچينيءَ ۽ اڻ تڻ ۾ هن اڄ ماني بہ نہ ناهي هئي. اڄ خستہ خان ڪانيون ڪرڻ بہ نہ ويو هو ۽ نہ ئي هن جي دل دڪان تي وڃڻ جي هئي. اڄ هن جي زندگيءَ جو هڪ اهم ڏينهن هو. اڄ هن کي خبر پوڻي هئي تہ هو ائين ئي گهر جا ڪم ڪندي ۽ پيءَ جو هٿ ونڊائيندي پنهنجي ننڍپڻ کي وڃائي ڇڏيندو يا هو ڪنهن عام ٻار وانگر اسڪول نہ بہ تہ گهٽ ۾ گهٽ مدرسي ۾ ئي پاڻ جيترن ٻارن سان وقت گذاريندو ۽ انهن سان راند سان گڏ تعليم بہ حاصل ڪري سگهندو.

اسلم خان پنهنجي سڄي ڄمار گذريل وقت کي ائين محسوس نہ ڪيو هو. نيٺ هو هڪ مختصر فاصلي کي اڪري اچي گهر پهتو. هن جي دعا هئي تہ

اڄ هن کي گهر جو دروازو کليل مليو ته جيئن درڪڙڪائڻ ۾ هن جو قيمتي وقت ضايع نه ٿئي. جميله به انتظار ۾ دروازي جي اوٽ تي ويٺي اسلم خان جي واٽ پئي نهاري. سيني ٻارن ڪنن تي ويهي اڻ تڻ ۾ اکيون مان نڪاءَ پئي ڪيا. اسلم خان جو ڏيئرون اسڪول بند ٿيڻ جي ڪري گهر ويهي رهيون هيون پر اڄ هو به بي صبريءَ سان انتظار ۾ هيون ته ڀاڻ نه ته گهٽ ۾ گهٽ هنن جو سڪيلڏو ڀاءُ ته هڪ عام ٻار جي زندگي گذاري سگهي. هنن ڀاڻ ۾ ڳالهايو پئي ته پيسي وارا ماڻهو ڪيترا نه سٺا هئا جن جي دلين ۾ اسان غريبن جو درد آهي. هو اسان لاءِ ڪيترا پريشان ٿين ٿا. اهڙا نيڪ ماڻهو پڪ سان جنت ۾ ويندا. در تي وينل جميله پري کان اسلم خان کي تڪڙو تڪڙو ايندي ڏٺو ته هوءَ سمجهي وئي ته خسته خان مدرسي ۾ داخلا لاءِ ڪامياب ٿي ويو آهي ڇاڪاڻ جو وڏي عرصي کان هن اسلم خان کي ائين تڪڙو هلندي نه ڏٺو هو. اسلم خان جي گهر ۾ گهڙڻ کان اڳ ۾ هن جي خبر جو انتظار ڪرڻ بدران هن پنهنجي وڏي ڌيءَ امينه کي چيو ته هو خسته خان سان گڏجي ڀن وڏين ڪڪڙين مان هڪ کي ڪهي ڇڏي. اسلم خان جي

ڪتنب کي گوشت کاڌي عرصو گذري ويو هو. آخري دفعي هنن ملڪ ظريف جي پٽ جي شاديءَ تي گوشت کاڌو هو. ان رات سيني پيٽ پري ڪڪڙ جو گوشت کاڌو ۽ اسلم خان اعلان ڪيو تہ هو صبح جو خستہ خان کي مدرسي وٺي ويندو ۽ جميلہ کي چيائين تہ جيڪي پيسا هن بيماريءَ سيماريءَ لاءِ بچائي رکيا هئا اهي سفر جي خرچ لاءِ هن کي ڏئي ڇڏي.

اسلم خان ۽ خستہ خان جڏهن گهران مدرسي لاءِ روانا پئي ٿيا تہ در تي بينل پينرن هٿ لوڏي خستہ خان کي الوداع چيو ۽ پاڻ ۾ چوڻ لڳيون تہ وڏن ماڻهن کي اسان نياڻين جي تعليم جو خيال ڇو نہ ٿو اچي؟ هو ڇوڪرين لاءِ مدرسا ڇو نہ ٿا ناهين؟ آخر اسان ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آهي؟

مدرسو اسلم خان جي گهر کان ويهہ پنجويهہ ميل پري هو پر رستا نہ هجڻ جي ڪري ڏکين جبلن منجهان سفر وقت وٺندو هو. جبلن جي لاهين چاڙهين تي پنڌ ڪرڻ کانپوءِ رستو ايندو هو. انهن جابلو رستن تي سفر ۾ هنن بنهي کي ڪافي وقت لڳو. ڪجهہ ڪلاڪن جي پنڌ کان پوءِ پيءُ پٽ نيٺ وڃي رستي تي پهتا. ٿورو پاڻي پي بئي ڄڻا هڪ پٿر تي ننهڻ اُس

۾ ويهي رهيا. هن رستي تان پاڙي تي هلندڙ بسون اڪثر گزرنديون هيون پر انهن جو ڪو وقت مقرر نہ هو ۽ اهي بسون نيري آسمان تي ڪنهن ڪڪر وانگر ڪنهن بہ مهل ظاهر ٿي سگهيون ٿي. گهٽو ڪري سفر شروع ٿيڻ کان اڳ ئي اهي بسون مسافرن سان پرجي وينديون هيون. ڇاڪاڻ تہ خالي جڳهيون رکي سفر شروع ڪرڻ کي مالڪ بيوقوفي سمجهندا هئا. ڊيزل جون قيمتون آسمان سان پيون ڳالهيون ڪن ۽ بسن جا مالڪ ڪوبہ ننڍو وڏو نقصان برداشت ڪرڻ جهڙا نہ هئا.

اسلم خان جي دعا هئي تہ اڄ بس ۾ ٻن جي جڳهہ هجي. هن سوچيو تہ من اڄ بس پرجڻ کانسواءِ ئي هلي هجي يا رستي ۾ ڪجهہ مسافر لهي ويا هجن. گهڻي دير انتظار کانپوءِ هڪ بس ايندي نظر آئي. اسلم خان وچ رستي تي بيهي هٿ ڏگها ڪري ڊرائيور جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪايو. اهڙيءَ ريت رستي تي بيٺل اسلم خان کي ڏسي ڊرائيور کي بس روڪڻي پئي. ڪنڊيڪٽر اسلم خان کي ٻڌايو تہ بس ۾ مسافر ويهارڻ جي گنجائش نہ هئي پر جيڪڏهن هو ڇت تي ويهڻ لاءِ تيار هجي تہ هو هنن کي سامان مٿي رکڻ ۾

مدد ڪري سگهيو ٿي. هن اهو بہ چيو تہ ٻنهي جي ٽڪيٽ پوري لڳندي. لاچار اسلم خان حامي ڀري ۽ ڪنڊيڪٽر بس مان لهي ڀهرين تہ اسلم کي ڇت تي چاڙهيو ۽ پوءِ خستہ خان کي. جڏهن هو مٿي پهتو تہ ڪنڊيڪٽر هن کي خستہ خان جي صندوق ڪڍي ڏني. بس آڌي ڪلاڪ رستن ۽ پيچرن کان ٿيندي سفر ڪندي نيٺ روڊ جي پرسان واري هوٽل تي پهچي وئي. اسلم خان رڙيون ڪندي ۽ ڇت تي ٺڪاءُ ڪري بس روڪرائڻ جا اشارا ڪيا پر هن کي خبر ئي نہ هئي تہ ان هوٽل تي هر بس ضرور رڪجندي هئي ۽ مسافر پنهنجيون ٽنگون سڌيون ڪندا هئا. اڌ ڪلاڪ کان چاليهن منٽن جي وقفي ۾ هو ٻين ضرورتن کي بہ پورو ڪندا هئا. ڪجهہ ماڻهو مسجد ۾ نماز پڙهندا هئا. مسافرن جي اڪثريت چانهہ وغيره پيئندي هئي جڏهن تہ ڪجهہ مسافر ماني بہ کائيندا هئا.

اسلم خان بس جي ڇت تان لهي هوٽل جي مالڪ کان مدرسي جو ڏس پڇڻ لاءِ جيئن لٿو تہ هن شمروز خان کي هوٽل مالڪ سان ڪچهري ڪندي ڏٺو. جيئن تہ اسلم خان جي ملاقات شمزور خان سان هڪ ڏينهن ئي اڳ تي هئي. شمروز خان بہ هڪدم هن کي

سجاڻي ورتو. نہ تہ ڪيترن ڳوٺن ۾ سوين ماڻهن سان ملڻ ڪانپوءِ شايد هو اسلم خان کي ايترو جلدي سڃاڻي نہ سگهي ها. شمروز خان تمام چڱي نموني اسلم خان جي آجيان ڪئي ۽ پيءُ پٽ ٻنهي سان سهڻي نموني مليو. هن ٻنهي کان بک ۽ ماني بابت پڇيو ۽ هڪڙي ٻار کي چيائين تہ هڪ چڱي کٽ وڻ جي ڇانو ۾ رکي ۽ ڪڙهائي گوشت، چپلي ڪباب ۽ تندوري نان جو بہ بندوبست ڪري. هڪ ٻئي ٻار کي سڏائي خستہ خان سان ملرايائين تہ هي نئون شاگرد آهي ۽ هاڻ اتي ئي رهندو. گڏوگڏ هن ٻارن کي چيو تہ جيستائين مانيءَ جو انتظام ٿئي، هو پاڻيءَ جو جڳ ۽ بہ گلاس بہ کٽ تي رکي ڇڏين. شمروز خان اسلم خان کي چيو تہ جي هو ٿڪل نہ هجي تہ نماز پڙهي سگهي ٿو. هن اسلم خان کي ٻڌايو تہ هوٽل جي پٺيان وڏي ڪوٽ ۾ ئي هن جو مدرسو آهي. مانيءَ کان پوءِ هو اسلم خان کي مدرسو گهمائيندو ۽ جي هو چاهي تہ ان کان پوءِ ڪجهہ وقت آرام بہ ڪري سگهي ٿو. دير ٿي وڃڻ جي صورت ۾ هن کي ڪا سواري نہ ملي تہ هو اتي ئي رات بہ گزاري سگهي ٿو. رات جي ماني ۽ صبح جي نيرن هن کي مدرسي طرفان ڏني ويندي. شمروز

خان اسلم خان کي ٻڌايو تہ هن جي وڃڻ کان پهرين هو هن سان ڪجهہ دير لاءِ ملاقات ضرور ڪندو.

نماز پڙهڻ ۽ ٿوري دير آرام کان پوءِ ماني لڳائي وئي. پيءُ پٽ چڱي طرح پيٽ پري ماني کاڌي. چاڪاڻ تہ ڪيترن ڪلاڪن جي پنڌ سفر، رستي تي اس ۾ بس جو انتظار ۽ پوءِ بس جي ڇت تي ننڍڻ اس ۾ جهٽڪن پريو سفر اهڙو هو جو ٻنهي کي ڏاڍي بک بہ لڳي هئي. هنن جي جسم جو سنڌ سنڌ سور ڪري رهيو هو. تڪ هنن جي بدن کي ساٽو ڪري ڇڏيو هو.

مانيءَ کانپوءِ اسلم خان کي ٻارن جي رهائش ۽ مدرسي جي عمارت جو دورو ڪرايو ويو. اسلم خان سيني سهولتن مان ڪافي مطمئن هو ۽ سوچي رهيو هو تہ هن کي انن ڏيئرن بدران جي سيئي پٽ هجن ها تہ هو انهن کي بہ هتي داخلا وٺي ڏي ها. جتي هڪ ٻار جو بندوبست ٿي ويو هو تہ هن کي انن ڏيئرن جي ڏک بہ پئي ستايو. پر هن پنهنجي دل کي سمجهايو تہ گهٽ ۾ گهٽ هن جو پٽ تہ پڙهي پوندو هن ۽ جميلہ جي پيريءَ جو سهارو تہ ٿي سگهندو. ڇوڪريون تہ هونئن بہ پرائي گهر جي امانت هيون ۽ هن کي اميد هئي تہ

هن جون سهٽيون ڏيئرون اڻ پڙهيل هئڻ جي باوجود پنهنجي گهرن جون ٿي ويندڙيون ۽ سگ طئي ٿيڻ سان هنن جي چڱي قيمت به ملي ويندي.

ان دوران شمروز خان وٽ موبائيل تي ڪالون ايندڙيون پئي رهيون. خسته خان کي هن جو ڪمرو ڏيکاريو ويو. جنهن ۾ ڪجهه بار اڳ ئي موجود هئا. سيني بارن پنهنجو تعارف ڪرايو ۽ ٻڌايو ته هو ڪهڙي ڳوٺ کان آيا هئا. شمروز خان هڪڙي ڪٽ ڏانهن اشارو ڪندي چيو ته اها خسته خان جي هئي ۽ سيرانديءَ رکيل صندوق به ان جي هئي. خسته خان پنهنجي عمر جي هيترن سارن بارن کي ڏسي خوش هو. هن کي سمجهه ۾ نه پئي آيو ته هو هنن سان ڪيئن ڪچهري ڪندو، ڪهڙي قسم جون ڳالهيون ڪندو. هاڻ هن کي ڪانيون ڪرڻ وڃڻو نه پوندو، نه ئي گهر جا ٿانو يا دڪان تي چانهه جا ڪوپ ڌوئڻا پوندا. هاڻ هو ٻارڻ جيڏن سان رهندو. هن کي هن جو وڃايل ننڍپڻ ملي ويو هو ۽ اڄ هو نهايت خوش هو. اسلم خان، خسته خان کي ڀاڪر پائي مليو ۽ دعائون ڏيندي هن کان موڪلايائين. ڪوٽ مان نڪرڻ کان اڳ شمزور خان اسلم کي ٻن منٽن لاءِ پنهنجي ڪمري ۾ هلڻ لاءِ

چيو. هن کي اتي هڪڙي ڪرسيءَ تي ويهاري هو پاڻ هڪ ڪيٻٽ ڏانهن وڏيو ۽ ان جو در کولي ان مان پندرنهن هزار رپيا اسلم خان کي مدد خاطر ڏنا ۽ چيائين تہ هن کي ڪجهہ رقم سال بہ سال پئي ملندي. پر ان جو هو واعدو نڀي ڪري سگهيو. جيڪڏهن سرنديءَ وارن ماڻهن امداد بند ڪري ڇڏي تہ پوءِ هو اهو واعدو پاڙي نہ سگهندو. هن اسلم خان کي مدرسي جي روزانہ جي ڪم ڪار بابت بہ آگاهي ڏني جنهن ۾ واري سان پاڻي پرڻ، هوٽل تي مددگاري، قرآن حفظ ڪرڻ جي سهوليت ۽ وظيفو وغيره شامل هئا. اسلم خان سيئي شرط قبول ڪيا ۽ پيسا کيسي ۾ وجهي شمروز خان سان گڏجي هوٽل تي اچي ويو. هوٽل ۾ هن ويهي چانهہ پيتي. اتفاق سان ان ئي وقت واپسيءَ واري هڪ بس اتي اچي بيٺي. بس منجهان مسافر لهڻ شروع ٿيا جنهن ۾ اڪثريت مردن جي هئي. برقعو پاتل عورتون بس ۾ ئي ويٺيون رهيون سواءِ هڪ اڌ جي، جيڪي پنهنجن مڙسن سان ڪنهن ضرورت جي ڪري لهي ويون . هوٽل تي موجود ٻارن ڪاڏي پيتي جو سامان کڻي بس جو رخ ڪيو ۽ بس جي درين مان عورتن کي سامان وڪرو ڪرڻ جي ڪوشش ۾

لڳي ويا. ننڍي عمر جا شاگرد شيون کڻي بس ۾ اندر هليا ويا ڇاڪاڻ تہ ننڍي هجڻ سبب هو عورتن سان بنا روڪ ٽوڪ ڳالهہ ٻولهہ ڪري سگهيا ٿي.

خستہ خان کي مدرسي ۾ داخل ڪرائي اسلم خان جڏهن واپسيءَ جي سفر لاءِ بس ۾ ويٺو تہ ڏاڍو خوش هو. هن کي مدرسو تمام گهڻو وڻيو هو. سيئي ماڻهو هن سان سٺي طريقي سان مليا هئا. هن جي چڱي مهماني ڪئي هئائون ۽ ويندي مهل هن کي ڪجهہ هزار رپيا بہ ڏنا ويا هئا. جيڪو هن جي وهم گمان ۾ بہ نہ هو. هو پنهنجن خيالن ۾ ٻُڏل بس ۾ سفر ۾ هو. خستہ خان جي مدرسي ۾ داخلا ٿيڻ سان هن جي دل تان هڪ وڏو بار لهي ويو هو ۽ هاڻ هن پنهنجي ڪاروبار تي ڌيان ڏيڻ ٿي چاهيو. خستہ خان جي وڃڻ سان هن تي ڪم جو بار وڌي ويٺو هو پر هو ذهني طرح سان ان لاءِ تيار هو. بس ۾ ويهندي شرط سڄي ڏينهن جي سفر ۽ بس جي جهٽڪن ۾ بہ هن جي اک فوراً لڳي وئي ۽ هن کي سفر جي خبر بہ ڪا نہ پئي. ڪنڊيڪٽر جڏهن هن کي ڪلهي کان وٺي ڌونڌاڙي اٿاريو تہ هن کي خبر پئي تہ هن جي ڳوٺ جي منزل اچي وئي هئي. هن کي ائين لڳو تہ پنجن ڇهن

ڪلاڪن جي سفر ۾ ويرم ئي نہ لڳي هئي. هو پنهنجو سامان کڻي بس مان لٿو. لهندي وقت هن ڪنڊيڪٽر ۽ ڊرائيور کان موڪلايو ۽ بس روڪڻ لاءِ هنن جا ٿورا مڃيا. اسلم خان کي باقي سفر پنڌ ئي ڪرڻو هو پر آرام ڪرڻ جي ڪري هن کي ٿڪ محسوس نہ ٿيو ۽ هو پنڌ بابت پريشان نہ هو. سفر دوران جبلن ۽ ڏکين پيچرن ۽ رستن تان ٿيندو هو ڳوٺ جي طرف وڌندو رهيو. هڪ ٻہ پيرا هن هڪ تلاءَ تي ويهي پاڻي پيتو. جڏهن هو گهر پهتو تہ نما شام جو وقت ٿي ويو هو ۽ رات ٿيڻ واري هئي. هن کي هاڻ بک بہ اچي لڳي هئي ۽ دل ۾ دعائون ڪندو پئي ويو تہ جميلہ هن لاءِ ڪجهہ کائڻ لاءِ بچائي رکيو هجي. گهر پهچڻ تائين رات پئجي وئي هئي. هن کي پنهنجي اڏ پڪي گهر جي لالٽين جي روشني پري کان نظر آئي. هن کي پڪ هئي تہ جميلہ هن جي انتظار ۾ هوندي. گهر پهچي هن در کڙڪايو تہ جميلہ ترت ئي در کولي هن جي آجيان ڪئي, هڪ ئي ساهہ ۾ سوين سوال ڪري وڌا. هن جميلہ کان ماني جو پڇيو تہ هوءَ جلد وڃي هنديءَ مان ٻوڙ ڪڍي, ڪانين تي هن لاءِ مانيءَ پچائڻ ۾ لڳي وئي. هن مانيءَ دوران جميلہ کي سڄو

پيرائتو احوال ڏنو ۽ آتت ڏنائينس تہ خستہ خان انتهائي سٺي هنڌ پهچي ويو آهي ۽ هاڻ هنن کي پنهنجي پٽ جي مستقبل بابت پريشان ٿيڻ جي ضرورت نہ هئي. هن جميلہ کي شمروز خان طرفان ڏنل پيسن بابت بہ ٻڌايو ۽ چيائين تہ وقت بہ وقت هنن سان اڳتي بہ مالي سهڪار ڪيو ويندو.

هن جميلہ کي ٻڌايو تہ هو ڪوشش ڪري انهيءَ رقم سان پنهنجي ٿانون جي ڪاروبار کي سنياليندو ۽ چانهہ واري هوٽل لاءِ نئون چلهو، ڪتلي، پاٽي پيئڻ لاءِ جڳ ۽ گلاس وغيره بہ وٺندو. هن کي اميد هئي تہ ڪجهہ هزار ربين سان هن جي واپار ۾ واڌارو ٿيندو. ان وقت هن جون سيئي ڏيئرون سمهي رهيون هيون. هن چيو تہ هو ڏيئرن سان صبح جو ڳالهائيندو ۽ اڄ جلدي سمهي پوندو. هڪ ڏينهن جي موڪل کان پوءِ ٻئي ڏينهن وري ڪم شروع ڪرڻو هو ۽ جهنگ منجهان ڪاٺيون بہ اڪيلي سر ڪرڻيون هيون.



خستہ خان جي تعليم جو سلسلو شروع ٿي ويو هو. هن جي ڪمري ۾ سيئي ٻار هن جا هم عمر هئا. مدرسو ۽ ان سان گڏ هوٽل رستي تي هجڻ جي باوجود هن علائقي ۾ ڪافي خاموشي هوندي هئي. غير آباد علائقي ۾ مدرسي جي ويجهو ايڪڙ ٻيڪڙ ڪچا گهر هئا. پر مستقل آبادي يا ڳوٺ هتان ڪافي پري هئا. ڏينهن جو ٻارن جي سبق پڙهڻ ڪري ڪجهہ گوڙ هوندو هو يا ڪڏهن رستي تان ڪا ٽرڪ يا بس

لنگهي تہ آواز ايندو هو. هوٽل تي انهن جي ويهڻ جي ڪري ڪجهہ عارضي هلچل ٿيندي هئي. انهن بسن، ٽرڪن ۽ گاڏين جو هوٽل تي ترسڻ گهڻو ڪري اونهاري ۾ ٿيندو هو. سياري ۾ برفباريءَ جي ڪري گاڏيون ورلي ڪي نظر ايندڙيون هيون. برساتن ۾ سيلاب جي ڪري رستو اڪثر ڪري بند ٿي ويندو هو ۽ تيز پاڻيءَ جي وهڪري سان رستا ڪٽجي ويندا هئا. انڪري گاڏين جي آمدورفت بہ گهٽجي ويندي هئي.

خستہ خان روز صبح جو اٿي اسر جي نماز ڪانپوءِ پنهنجو هنڌ ويڙهي ڇڏيندو هو. صبح سان نيرن ڪرائي ويندي هئي، جيڪا هوٽل تان ئهي مدرسي ايندي هئي. ناشتو گهڻو ڪري چانهہ مانيءَ سان هوندو هو. ڪڏهن جمعي تي هڪ اڌ بيضو بہ ڏنو ويندو هو. فجر ۽ نيرن وچ ۾ تقريباً ڏيڍ ڪلاڪ جو وقت هوندو جنهن دوران ٻار ميدان ۾ ريج ڊڪ ڪندا هئا. ڪجهہ ٻار ڪرڪيٽ ۾ دلچسپي رکندا هئا. پر هنن کي ڪرڪيٽ کيڏڻ جي اجازت نہ هئي.

خستہ خان پنهنجو قاعدو تمام جلدي ختم ڪري ورتو هو ۽ هاڻ تيزيءَ سان سيپارا پڙهڻ شروع

ڪري ڏنا هئا. هن جي ڪمري جا ٻيا ٻار بہ پرپاسي جي ڳوٺن مان آيل هئا ۽ سيئي پشتو ڳالهائيندڙ گهراڻن جا هئا. ٻوليءَ جي ٿوري گهڻي فرق باوجود هو هڪ ٻئي جي پشتو مڪمل طرح سمجهي ويندا هئا. خستہ خان پنهنجي ڳوٺ منجهان آيل اڪيلو شاگرد هو.

خستہ خان پنهنجي نئين ماحول ۾ جلد ئي ويو هو ۽ آخر ائين ڇو نہ ٿئي ها. پنهنجي عمر جي ٻارن سان وقت گزارڻ جو پنهنجو ئي مزو هوندو آهي. ماحول جي سختي، محنت، موڪلن ۾ هوٽل جو ڪم، مدرسي جي سنيال ۽ پاڻي ڀرڻ لاءِ جبل تي لهڻ چڙهڻ هن لاءِ معمولي ڪم هئا. ڇهہ ڪلاڪ سبق ياد ڪرڻ جو عمل بہ هن کي نہ ٿڪائيندو هو. هن ننڍپڻ کان ئي سخت وقت ڏٺو هو ۽ جيڪا شئي هن جو سچو ٿڪ لاهي ڇڏيندي هئي اها ٻين ٻارن سان لهہ وچڙ ۽ سمهڻ کان پهرين ٻين ٻارن سان هت هُت جون ڳالهيون ۽ ٻڌل قصن کي ٻيهر ٻڌائڻ واري هئي.

مدرسي ۾ هر مهيني ڪجهہ دفعا هڪ خاص ڪلاس ٿيندو هو جنهن ۾ شمروز خان، مدرسي جي هڪ پراڻي شاگرد ۽ اڪثر ڪنهن نئين ماٺهوءَ سان

گڏ شريڪ ٿيندو هو. ان ڏينهن سڀ ٻار مدرسي جي وڏي هال ۾ ويهندا هئا. ان ڪلاس ۾ اهي ماڻهو ۽ پراڻو شاگرد حالتن جو جائزو وٺندا هئا. گهڻو ڪري ڳالهين جو مرڪز ڊرون حملن جي تباهي، خاندانن جي بربادي ۽ ان منجهان ڦُٽي نڪتل معاشي بدحالي هوندو هو. نيٽو فوجن هٿان ٿيل زيادتيون ۽ خاص ڪري عورتن ۽ ٻارن جي ٿيندڙ بيحرمتي ڳالهين جو محور هونديون هيون. هنن کي لادين ۽ غير مسلمن جي خلاف اسلامي معاشري طرفان عائد ڪيل ذميداريون ٻڌايون وينديون هيون. سيني ٻارن کي سمجهايو ويندو هو تہ هن علائقي ۾ رهندڙ هر شخص جي ديني، اخلاقي ۽ معاشرتي ذميداري هئي تہ نيٽو ۽ انهن جي ساٿارين جي ناسور کي پاڙ کان پٽي ڇڏجي. هر ٻار کان واعدو ورتو ويندو هو تہ هو پنهنجي عمر مطابق ان جهاد ۾ حصو وٺندو. جيڪي طاقتون ان جنگ ۾ مقامي دين ۽ ثقافت جي خلاف بيٺل آهن انهن کي پنهنجي انجام تائين پهچائڻ هر مسلمان جو فرض هو. دوري تي آيل ماڻهو پاڻ سان پروجيڪٽر وغيره آڻيندا هئا. جنهن ذريعي علائقي ۾ ٿيل تباهي، لاشن ۽ زخمين جون تصويرون ڏيکاريون

وينديون هيون. اڪثر ڪري هن مدرسي سان تعلق رکندڙ پراڻا طالبان جيڪي جهاد ۾ شهيد ٿيندا هئا. انهن جون تصويرون ۽ ڪارناما ڏيکاريا ويندا هئا. ۽ هنن کي زبردست پيتا پيش ڪئي ويندي هئي. ڪڏهن موبائيل ڪيمرا ذريعي مختلف غدارن ۽ مخبرن کي وحشياڻي نموني انجام تائين پهچائڻ جون فلمون به ڏيکاريون وينديون هيون. شمروز خان گهڻو ڪري خاموش ويٺو رهندو هو. ائين لڳندو هو ته اها سڄي ڪاروائي باقاعدي هڪ طئي ڪيل پروگرام مطابق ڪئي ويندي هئي ۽ ڪا به اضافي ڳالهه معمول کان هٽي نه ڪئي ويندي هئي.

آخري دفعي جڏهن اهڙي قسم جو اجتماع ٿيو هو ته مدرسي جي ٻارن کي ٻڌايو ويو هو ته گذريل مهيني مدرسي سان تعلق رکندڙ ٻه شاگرد جن جي عمر سورنهن ۽ ارڙهن سال هئي، اهي دشمن سان ويڙهه دوران شهيد ٿي ويا هئا. انهن لاءِ فاتحه ڪئي وئي ۽ انهن جي عظيم قربانيءَ کي ساراهيو ويو. انهن شهيدن جي قربانيءَ جي عيوض انهن کي جنت جي ابدي زندگي، ڳتپ کان وڏيڪ سهولتون، کاڌا، ميوا ۽ حورن سان تعلق جي حوالي سان انهن جا درجا ٻڌايا

ويا. سيني ٻارن کي ٻڌايو ويو تہ ڪهڙي طرح انهن شهيدن هن دنيا جي عارضي ۽ تڪليف واري زندگيءَ کان نجات حاصل ڪئي هئي ۽ الله جو راضپو ماڻيندي زندگيءَ جو هڪ وڏو انعام حاصل ڪيو هو. گهڻا ٻار، خاص ڪري ننڍا ٻار اهي ڳالهيون سمجهي نہ سگهندا هئا پر تڏهن بہ هو اڳتي هلي پنهنجي حياتي ان مقدس فرض جي ادائيگي لاءِ قربان ڪرڻ تي راضي نظر ايندا هئا. هو گلو ڦاڙي ۽ رڙيون ڪندي مرحومن لاءِ فاتحہ پڙهندا هئا. زخمين ۽ معذورن سان پنهنجي همدرديءَ جو اظهار ڪندا هئا ۽ گڏيل طور تي واعدو ڪندا هئا تہ دير سوير پر وقت اچڻ تي هو بہ پنهنجي جان جو نذرانو پيش ڪرڻ کان ڪونہ ڪيٻائيندا.

خستہ خان کي هاڻ ذري گهٽ ٻہ سال ٿي ويا هئا ۽ هو ڏهن سالن جو ٿيڻ وارو هو. هن جو قد ٻين ٻارن جي ڀيٽ ۾ ڊگهو هو ۽ هن جي منهن جي نقشن جي ڪري هو ڏاڍو سهڻو لڳندو هو. هن جو نيريون اکيون هن جي منهن جي مٽيا اجان ئي وڏائي چڙينديون هيون. هن جا پورا وار اهڙو اهڃاڻ ڏيندا هئا تہ اڳتي هلي هو هڪ سهڻو جوان ٿيندو. هن سيپارا بہ تمام

جلدي ختم ڪري ورتا هئا ۽ هن جي جماعت جا ٻيا نوَ ٻار هن تي رشڪ ڪندا هئا. خسته خان آهستي آهستي گهر کي تقريباً وساري چڪو هو. هاڻ مدرسو ئي هن جو گهر هو ۽ اتي رهندڙ ٻار ئي هن جو خاندان هئا. هو مدرسي ۾ ايترو هري ويو هو جو هاڻ هن کي خواب ۾ به پنهنجو گهر يا گهر وارا نظر نه ايندا هئا. هنن جي يادون به ڌنڌليون ٿي ويون هئس. اسلم خان به پهرئين سال باقاعدگيءَ سان هن سان ملڻ ايندو هو پر وقت سان هو به ٻنهه ئي گهٽ ايندو هو ۽ گذريل اٺن مهينن کان ته هن جو پتو ئي نه هو. خسته خان کي ڪا خبر نه هئي ته هن جا گهر وارا ڪهڙي حال ۾ آهن يا هن جو پينرون ڇا پيون ڪن. هن جي پيءُ جو هٿ ڪير پيو ونڊائي يا اهو ته هاڻ هن جي هوٽل تي هن کي ٿانو ڪير ٿو ملي ڏي. اهي سڀئي ڳالهيون هن جي ذهن تان لهي ويون هيون. مدرسي جي روز جي ڪمن ڪارين کان پوءِ هن جي ٿڪل ذهن ۾ گهر جو خيال به ورلي ڪو ايندو هو. ڏهن سالن جي عمر ۾ ئي هن کي لڳو ٿي گذريل وقت ڪنهن ڌنڌ ۾ گم ٿي ويو آهي. هاڻ هن پنهنجي روزاني جي معمول کان علاوه ٻيو ڪجهه سوچڻ ئي نه ٿي گهريو. هر ڪا شئي هن

لاءِ بي معنيٰ ٿي وئي هئي. انهن ئي ڏينهن ۾ هن کي خبر پئي تہ هن جي ڳوٺ جو هڪ بيوپار بہ مدرسي ۾ داخل ٿيو هو ۽ ان جو نالو اعجاز هو. اسلم خان ۽ هن جي گهر وارن هن جي هٿان هڪ سبيل وڳو ۽ کائڻ جو ڪجهہ سامان موڪليو هو. ان ٻار جي پيءُ خستہ خان کي ٻڌايو تہ جلد اسلم خان هن کي مدرسي مان وٺڻ ايندو ڇاڪاڻ تہ هن جي وڏي ڀيڻ امينہ جي شادي طئي ٿي هئي. الائجي ڇو پر خستہ خان ان تي بہ ڪو سوال جواب نہ ڪيو ۽ اعجازجي پيءُ کان پنهنجو سامان وٺي پنهنجي ڪمري ۾ هليو ويو هو.



ملڪ ظريف وال ميرانشاهہ کان اتر اولهہ تي هڪ سهڻي واديءَ ۾ واقع هو. چئني طرفن سهڻن جبلن جي چوٽيون ۽ انهن تي قطارن ۾ ديار، صنوبر ۽ چيڙ جا وڻ جنت جهڙو نظارو پيش ڪندا هئا. مٿي ڪٽي ڏسجي تہ ائين لڳندو هو جڻ تہ سفيدي ۽ ديار جا اهي وڻ هن واديءَ جي حفاظت لاءِ ئاهيا ويا هئا ۽ انهن وڻن جون ڪنڊائتيون چوٽيون آسمان سان تي لڳيون ۽ اهي وڻ واديءَ لاءِ هڪ چوديواريءَ

جو ڪم ڏيئي رهيا هئا. ان سچي نظاري مان اهو لڳندو هو جڻ تہ قدرت طرفان هن واديءَ جي تحفظ جو بندوبست ڪيل هو. ملڪ ظريف وال جي ساڍن پنج هزار رهواسين کي اها پڪ هئي تہ وزيرستان جي هن آباديءَ ۾ ان حفاظتي وٽن کي ڪيرائي يا چيري ڪو ٻرون حملو ڪرڻ ممڪن نہ هو ۽ انڪري هن وستيءَ جا رهاڪو خطرن جي باوجود اطمينان سان زندگي گذاري رهيا هئا. ان آباديءَ جي وچ ۾ هڪ ننڍڙي برفاني درياهہ سان گڏ هڪ ننڍي بازار هئي جنهن ۾ ڪجهہ ريزڪي دڪان هئا. هڪڙو ڪپڙي جو دڪان، هڪ درزيءَ جو، هڪ ڪاٺين جوگودام ۽ چانهہ جون ٻہ هوٽلون هيون. اسلم خان جي هوٽل بہ انهن منجهان هڪ هئي. هن جي هوٽل کي چانهہ جي هوٽل چوڻ صحيح نہ هو. اصل ۾ تہ اها هڪ چانهہ جي هڪ مانڊٽي هئي، جيڪا اڳين وقتن ۾ الومنيم جي ٿانون جو دڪان هو ۽ هاڻ حالتن جي ڪري اجڙي ويو هو. اسلم خان تازو ئي ڪجهہ بچايل پيسن ۽ شمروز خان طرفان ڏنل رقم سان چانهہ جو نئون انتظام شروع ڪيو هو. هن چڱي انگ ۾ نوان ٿانو بہ دڪان تي رکي ڇڏيا

هئا. ٽانون کان علاوه هن اتي گيس جا گولا، لالٽينون، چادرون، ويهاڻا ۽ سوڙيون بہ رکي ڇڏيا هئا. جيڪو بہ گراهڪ اچي، سامان وٺي يا نہ وٺي پر چانهہ پي تازو توانو ٿي ويندو هو. دڪان ۾ مصروفيت ڪافي وڌي وئي هئي ۽ هاڻ روزانہ سئو بہ جي آمدني بہ ٿي ويندي هئي. ان اضافي رقم منجهان هن جو گهر تہ نٿي هلي سگهيو پر خرچ ۾ سهولت ضرور ٿي ويندي هئي. خستہ خان جي وڃڻ ڪانپوءِ وڏندڙ عمر باوجود هن جي جسم ۾ ڦڙتي اچي وئي هئي ڇو تہ هاڻ هن کي هرڪو ڪم پاڻ ڪرڻو پوندو هو جنهن ۾ صبح جو ڪاٺيون ڪرڻ، ماڻهن کي گهرن تي اهي پهچائڻ ۽ ڪجهہ پنهنجي گهر ۽ دڪان لاءِ بچائي رکڻ. هن جي ڪم ۾ روزانو صبح جو دڪان کولي چانهہ جا چلها ٻاهر رکڻ ۽ ماڻهن جي ويهڻ لاءِ بينچون سليقي سان لڳائڻ وغيره شامل هو جيئن دڪان جي صفائي سٿرائي، ٽانو ملڻ، پاڻيءَ جي ٽانڪي ڀرڻ ۽ ميزن تي جڳ گلاس رکڻ. جيڪي محنت گهرندڙ ڪم هئا. اج کان پندرنهن ويهہ سال اڳ اهي ڪم هن کي ٿڪائيندا نہ هئا. پر خستہ خان جي مدرسي وڃڻ ڪانپوءِ هن جو

جسم ٽڪجي پوندو هو. هاڻ هن کي روزانو پيٽ کي ٽيڪ ڏئي يا ڪجھ دير ليٽي چيلھ سڌي ڪرڻ جي ضرورت محسوس ٿيندي هئي. مدرسي مان رخصت ٿيڻ وقت شمروز خان پاران ڏنل رقم هن جي ڪاروبار کي چڱو سهارو ڏنو هو.

اسلم خان اڪثر ڪري سوچيندو هو ته جيڪڏهن خسته خان هن سان گڏ هجي ها ته هو شايد مانيءَ جي هوٽل به شروع ڪري ها پر سٺ باهٺ جي عمر ۾ هن اهڙي سگهه نٿي ساري ۽ نه ئي ڪا اضافي رقم هئس جنهن مان هو هڪ به ملازم رکي سگهي. گذريل ٻن ٽن سالن کان اڪيلي سر ڪم ڪرڻ ڪانپوءِ هاڻ هن چاهيو ٿي ته هو ڏنڌي جو فڪر ڇڏي آرام ڪري ۽ باقي زندگي نماز روزن ۾ گذاري. هن جون ڏيئرون به هاڻ وڏيون ٿي ويون هيون ۽ هو هاڻ ڪافي فڪرمند رهڻ لڳو هو. هن جون ڇوڪريون نهايت فرمانبردار هيون ۽ جميله هنن جي پرورش تمام سليقي سان ڪئي هئي. پر ڳوٺ جو ايترو پراهين علائقي ۾ هجڻ سبب هن ننڍي آباديءَ منجهان انهن جي هم عمر ڇوڪرن جا سڱ اچڻ ناممڪن نظر ٿي آيو.

هڪڙي ڏينهن شام جو وچين نماز ڪانپوءِ اسلم خان ڪجهه گهٽو تڪجي پيو هو ۽ هن دڪان بدران گهر جو رخ ڪيو. وقت ڪان اڳوات اچڻ تي جميل هن جي خيريت پڇي ۽ هن لاءِ چانهه چلهي تي رکيائين. چلهي تي ڪتلي رکي ڪانين کي باهه لڳائي ۽ چوڪرين کي اشاري سان اتان وڃڻ لاءِ چيائين. جيستائين ڪانين کي باهه لڳي ۽ پاڻي ابري تيسين چوڪريون پنهنجو سامان کڻي ڪمري ۾ هليون ويون هيون. اسلم خان سمجهي ويو ته جميل کي ڪا خاص ڳالهه ڪرڻي هئي چاڪاڻ ته جميل جو اهو انداز گهٽ ڏسڻ ۾ ايندو هو. هوءَ ڪهڙي ڳالهه ڪرڻ تي گهري اها اسلم خان کي خبر نه هئي ۽ هو ٿورو پريشان ٿيو. نيٺ جميل کان پڇيائين ته ڪهڙو مسئلو هو. جميل چلهي تان چانهه لاهي هن کي ڏيندي چيو ته تون سبز علي خان کي ته سڃاڻين ٿو. اسلم خان چيو ته هائو تمام چڱي ريت. هن جو ۽ اسان جو خاندان ملڪ ظريف وال ۾ گهڻين پيڙهين کان آباد آهي ۽ اسان ننڍپڻ ۾ جواني به گڏ گذاري آهي. جميل هن کي ٻڌايو ته جڏهن کان هن ملڪ ظريف وٽ ڊرائيوري شروع ڪئي آهي ته هن جي

مالي حالت چڱي ٿي وئي آهي. هن پنهنجو گهر پڪو ڪرائي ورتو هو ڪجهه مال بہ وٺي ورتو هو ۽ هٿ ۾ ٺورو ناڻو بہ اٿس. اسلم خان بيزار ٿيندي پڇيو تہ انهن ڳالهين جو اسان سان ڪهڙو تعلق آهي. جنهن تي جميل هن کي چيو تہ سبز علي خان جي گهران اسان جي وڏي ڇوڪري امينہ جي سڱ جو نياپو آيو آهي. جيڪا اٺوهين سالن جي ٿي وئي آهي ۽ مناسب ٿيندو تہ اهو سڱ ٿي وڃي. اسلم خان جي منهن مان خبر پئي ٿي تہ هن جي مونجهاري ۾ ڪا تبديلي نہ آئي هئي بلڪ ڪجهہ واڌارو ئي ٿيو هو. هن جميل جي ڳالهہ ڪٽيندي چيو تہ سبز علي خان کي پٽ تہ هوئي ڪونہ ! جميل چيس تہ جي منهنجي سموري ڳالهہ ٻڌين ها تہ اهو سوال ئي نہ ڪرين ها ! سبز علي خان جي ننڍي زال ٻار ڄڻيندي گذاري وئي هئي ۽ ٻار ۽ ماءُ ٻئي فوت ٿي ويا هئا. اسلم خان هاڪار ڪندي چيو تہ هن کي اها ڳالهہ ياد هئي ڇاڪاڻ تہ ٻنهي جو جنازو ڳوٺ جي مسجد ۾ گڏ پڙهايو ويو هو ۽ هو انهن کي دفنائڻ ۾ شريڪ بہ ٿيو هو. پر سندس سوال وري بہ اتي ئي رهيو تہ هن کي تہ پٽ ڪونهي. جنهن تي جميل ٻڌايس تہ هن جي وڏي

زال ۽ هو پاڻ امينہ جو سڱ گهرڻ آيا هئا. هو تمام سٺي طريقي سان اچي مليو هو ۽ چيائين پئي تہ هو اسان جي ڌيءَ جو تمام گهڻو خيال رکندو چاڪاڻ تہ هو اسلم خان ۽ هن جي خاندان کي ڪيترن سالن کان سڃاڻيندو هو. سبز عليءَ کي پٽ جي وڏي خواهش هئي ۽ پهرين زال مان هن کي فقط ڌيئرون آهن. ملڪ ظريف وٽ نوڪري ڪرڻ ڪانپوءِ هن ٻي شادي ڪئي هئي ۽ شايد هن کي پٽ ٿي بہ وڃي ها پر افسوس جو ڳوٺ جي دائي ٻنهي کي بچائي نہ سگهي هئي. جيڪو الله کي منظور هو اهو تہ ٿي ويو. سبز علي خان اهو بہ چيو تہ جيڪڏهن اسلم خان ان سڱ تي راضي ٿي وڃي تہ هو پنهنجي مال مان اسان کي هڪ ڏڳو بہ ڏيندو ۽ شاديءَ جي ڪاج لاءِ هڪ ڇيلو بہ ڏيندو. اسلم خان جو مغز چڪر کائڻ لڳو هو. هن کي ڪجهہ سمجهہ ۾ نٿي آيو چاڪاڻ تہ هن جي هڪ هم عمر دوست هن جي ڌيءَ جو سڱ گهريو هو. اسلم خان پنهنجي دوستن جي اولادن کي ڪڏهن ان نظر سان نہ ڏٺو هو. هن کي بہ انن ڌيئرن ڪانپوءِ پٽ جو اولاد ٿيو هو پر هن هميشہ پنهنجي زال جميلہ کي ساراهيو هو ۽ نياڻين کي الله جي برڪت سمجهندو

هو. هن ڪڏهن بہ ائين نہ سوچيو هو تہ هو پٽ لاءِ ٻي شادي ڪري. هن کي جميلہ جون ڳالهيون ٻڏي چڪر اچڻ لڳا هئا. جميلہ هن کي چيو تہ هو چانهہ پي ڪجهہ آرام ڪري ۽ ان موضوع تي رات جي ماني کائي وري ڳالهائينداسون.

جيئن تيئن ڪري وقت گذريو ۽ رات جي ماني بہ اسلم خان زوريءَ نڙيءَ مان لاٿي. جميلہ نهايت سمجهو عورت هئي، جيتوڻيڪ هن سڄي عمر گهر اندر گذاري هئي ۽ اسڪول ۾ نہ پڙهي هئي پر اسلم خان اڪثر هن سان صلاح مشورو ڪندو هو. هو هن کي ڳوٺ ۾ ٿيندڙ سيئي ڳالهيون ۽ مقامي سياست جي باري ۾ ٻڌائيندو هو. ائين ڪرڻ سان جميلہ جي سوچڻ جو انداز بهتر ٿي ويو هو ۽ اسلم خان سمجهندو هو تہ هو نهايت عقل واري ۽ سمجهدار زال جو مڙس هو. هو اڪثر جميلہ جي صلاح سان هلندو هو. جميلہ کي بہ ان ڳالهہ جو اندازو هو پر هن ڪڏهن بہ ڪو ناجائز فائدو نہ ورتو هو يا ڪا ناجائز فرمائش نہ ڪئي هئي. هوءَ ڪڏهن بہ مڙس سان بحث نہ ڪندي هئي. رڳو مشورو ڏئي خاموش ٿي ويندي هئي. پر ان شام جو هن پنهنجي عادت جي برخلاف

اسلم خان سان بيهر ان موضوع تي ڳالهايو. اسلم خان بہ محسوس ڪيو تہ ان ڳالهہ کي جذباتي انداز ۾ ڏسڻ بدران پنهنجي حالتن پٽاندر فيصلو ڪرڻ گهرجي. ٻنهي کي چڱيءَ ريت خبر هئي تہ ڳوٺ ۾ ارڙهن کان پنجويهہ سالن جا ڇوڪرا تمام گهٽ هئا ۽ جيڪي هئا بہ تہ اهي مدرسن ذريعي يا پنهنجي منهن نيٽو فوجن ۽ ان جي ساٿارين خلاف سرگرم هئا. حقيقت اها هئي تہ اها بہ پڪ نہ هئي تہ هو جيئرا بہ هئا يا نہ. اهڙين حالتن ۾ هي هڪ مناسب سڱ هو.

جڏهن کان اسلم خان جون حالتون ڪجهہ بهتر ٿيون هيون تہ هن بہ چاهيو پئي تہ گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي ڌيءَ جي شادي پنهنجي مرضيءَ مطابق ڪري پر هن کي چڱيءَ طرح خبر هئي تہ سبز علي خان پنهنجي ٻنهي زالن ۽ ٻارن کي تمام سنو رکيو هو. هونئن بہ سبز علي هن جو دوست هو ۽ هن کي يقين هو تہ هو هن جي ڌيءَ جو مڪمل خيال رکندو. سبزعلي خان ذري گهٽ هن جي عمر جو هو يا ٽي چار سال ننڍو هوندو. هن کي اهو بہ اندازو هو تہ عمر جي ان حصي ۾ هن جي جهاد تي وڃڻ جو امڪان تمام

گهٽ هو ۽ گهٽ ۾ گهٽ ڏهه پندرنهن سال ته هو ڪڍي ويندو ۽ شايد اميد لاءِ اهو ئي بهتر هو ته هن جي بيواهه ٿيڻ جو امڪان گهٽ هو. اسلم خان پنهنجي دل کي بهلائڻ جي ڪوشش پئي ڪئي، ڇاڪاڻ ته نوجوانن سان شادين کان پوءِ اڪثر ڇوڪريون بيواهه ٿي ويون هيون. جوان ڇوڪرن کي طالبان وظيفا ڏئي جهاد لاءِ راضي ڪري وٺندا هئا. اهڙي معاشي بدحاليءَ جي دور ۾ نوڪريون ملڻ تقريباً ناممڪن هو ۽ طالبان ان حقيقت جو ڀرپور فائدو وٺندا هئا. اهي نوجوان جيستائين جيئرا هئا بي فڪريءَ سان جيئندا هئا ۽ جڏهن اجل هنن کي پنهنجو ڪندو هو ته هو جنت جو سفر اختيار ڪندا هئا. پويان هڪ بيواهه ۽ يتيم ٻار پنهنجي قسمت تي وينا روئيندا.

اسلم خان سمجهي ورتو هو ته جميله جي ڪهڙي خواهش هئي ۽ هوءَ نيڪ به هئي. هن انهي ڏينهن سمهڻ کان اڳ جميله سان ان سڱ تي رضامندي ڏيکاري ڇڏي.

شاديءَ جي ڏينهن لاءِ اسلم ايندڙ برسات جي موسم کانپوءِ سيپٽمبر جي مهيني جي چونڊ ڪئي

جيئن تہ ان موسم ۾ ماڻهن کي لڏ پلاڻ ۾ آساني ٿيندي آهي. ڏينهن بہ وڏا ٿيندا آهن پري کان اچڻ وارن کي سفر ۾ ڏکيائي نہ ٿيندي آهي. هن انداز لڳايو هو تہ شايد انهن ڏينهن ۾ خستہ خان جون بہ موڪلون هونديون هن چاهيو ٿي تہ خستہ خان ان ۾ شريڪ ٿئي. گذريل ٻن سالن ۾ هو فقط بہ چار دفعا ئي گهر آيو هو. ڇاڪاڻ تہ هن جي دل هر وقت مدرسي ۾ لڳل هوندي هئي. آخري دفعو موڪلن ۾ هن اچي پيءُ جو هٿ تہ ونڊايو هو مگر هو اڪثر خيالن ۾ ٻڏل رهندو هو ۽ تمام گهٽ ڳالهائيندو هو.

خستہ خان کي مدرسي ۾ ٻن سالن کان وڌيڪ عرصو ٿي چڪو هو. هو قرآن شريف جا سيپارا وقت کان پهرين ختم ڪري وٺندو هو پر تڏهن بہ هن کي پنهنجي جماعت سان گڏ روزانو سبق پڙهڻو پوندو هو. هن جو گهڻو وقت ان ۾ ئي گذرندو هو.

هڪ ڏينهن مدرسي ۾ سبق جي دوران مولانا صاحب ٻڌايو تہ شمروز خان ۽ هن جو هڪ مددگار ڪجهہ ٻارن کي هڪڙي ڳوٺ ۾ وٺي ويندا جتي ڪجهہ ڏينهن اڳ ٽيل ڊرون حملي ۾ ڪافي تباهي ٿي آهي. ان حملي ۾ ڪيترا خاندان اجل جو شڪار

تي ويا هئا ۽ مرڻ وارن ۾ عورتون، پوڙها، ٻار ۽ جوان سڀ شامل هئا. مئلن کي دفنائي ڇڏيو هئائون پر ان تباهيءَ ۽ بربادي‌ءَ ايندڙ نسلن جي ذهنن تي هميشہ جي لاءِ پنهنجو اثر ڇڏيو هو. اهو بہ اطلاع هو تہ ڪريل ڇتيون ۽ ديوارون اڃان زبون حال ائين ئي پيون هيون. انهن کي صاف ڪندو بہ ڪير ڇاڪاڻ تہ صفائيءَ لاءِ تباهہ ٿيل گهرن ۾ ماڻهو بچيا ئي نہ هئا ۽ ائين تي لڳو تہ تباهہ ٿيل گهر شايد ان ئي حال ۾ پيا رهندا. هن پيري حملو مدرسي کان ٻن ڇئن ڪلاڪن جي مفاصلي تي ٿيو هو. شمروز خان چيو تہ هو شاگردن کي ان تباهيءَ ۽ بربادي‌ءَ جا منظر ڏيکاريندو. مدرسي جو اهو ئي طريقو هو تہ جڏهن بہ ويجهڙ ۾ ڪا بربادي ٿيندي هئي تہ هو شاگردن کي ان جو دورو ڪرائيندا هئا.

ٻئي ڏينهن شمروز خان هڪڙي مني بس وٺي مدرسي ۾ پهچي ويو. ٻار نيرن کان پوءِ تيار ٿيو وينا هئا ۽ خستہ خان بہ تيار هو. هو اهڙي قسم جي دورن تي پهرين بہ وڃي چڪو هو. مني بس ۾ پندرنهن ماڻهن جي ويهڻ جي گنجائش هئي ڏهہ ٻار خستہ خان جي جماعت جا، چار محافظن جي جماعت جا ۽

هڪڙو پاڻ شمروز خان. ڊرائيور بہ چاتل سڃاتل ٿي لڳو ۽ خستہ خان هن کي پهرين بہ مدرسي ۾ ڏسي چڪو هو. سفر چڱي رفتار سان ٿيو. جنهن دوران شمروز خان خستہ خان کي ٻڌايو تہ هن جي پيءُ اسلم خان جو ملڪ ظريف وال منجهان نياپو آيو آهي جنهن ۾ مدرسي جي انتظاميہ کي درخواست ڪئي وئي آهي تہ خستہ خان کي هن جي پيڻ جي شاديءَ ۾ شرڪت لاءِ ٽن ڇئن ڏينهن جي موڪل ڏني وڃي. هن چيس تہ مدرسي کي موڪل ڏيڻ ۾ ڪو اعتراض نہ آهي ۽ ٻن ڇئن ڏينهن ۾ اسلم خان پاڻ اچي هن کي ملڪ ظريف وال وٺي ويندو. سفر دروان شمروز خان ٻارن کي ٻڌايو تہ ڪجهہ ڏينهن اڳ ڪابل ۾ هڪ فوجي بيرڪ تي حملي ۾ سترنهن طالبان شهيد ٿي ويا هئا. شهيدن ۾ هن مدرسي جا پنج اڳوڻا طالبان بہ شامل هئا. انهن مان ٽن کي خستہ خان بہ سڃاڻندو هو ۽ جڏهن هو مدرسي ۾ داخل ٿيو هو تہ اهي شاگرد جنگي تربيت لاءِ ويندا هئا.

ڳوٺ ۾ پهچي ڊرائيور بس بيهاري ڇڏي. سيني کان پهرين شمروز خان بس مان لٿو. ان ڳوٺ جو نالو

سخي جان هو ۽ ان جي آبادي چار پنج سؤ کن هوندي. ڳوٺ جي اڪثر ماڻهن جو روزگار ڳوٺ کان ٻاهر هو. ڪجهه گهراڻن جا وڏڙا دبئي وغيره ۾ محنت مزوري يا ڊرائيوري ڪندا هئا. باقي ٻچيل ڪم ڪرڻ وارن جي اڪثريت ڪراچيءَ ۾ ڪمائيندي هئي. ڪجهه نوجوان طالبان جي وظيفي تي مقرر ڪيل هئا ۽ علائقي جي نگراني ڪندا هئا. ڪڏهن ته هنن کي ڪنهن خاص مشنن تي به موڪليو ويندو هو. ڳوٺ جا پراڻا رهواسي پوکي به ڪندا هئا جنهن ۾ خاص فصل ڪڻڪ ۽ پست هئا. علائقي جي موسم صوف، زردالو ۽ ڏاڙهونءَ جي پوک لاءِ موزون هئي ۽ ڪيترين ئي جڳهين تي انهن ميون جا باغ ڏسڻ ۾ ايندا هئا. شمروز خان کي آجياڻو ڏيڻ لاءِ ڳوٺ جا ڪجهه معتبر ماڻهو آيل هئا. شمروز خان پنهنجو تعارف ڪرايو. خبر ناهي هن ڳوٺ جي بزرگن کي ڪهڙي ڳالهه چئي جو ڳوٺ جي ڏکويل ۽ خاموش فضا ۾ هلچل مچي وئي هئي. هڪدم ڪٽن جو انتظام ڪيو ويو. ڪجهه ماڻهو مانيءَ جي تياري ۾ لڳي ويا ته ڪجهه چانهه پاڻيءَ جو بندوبست ڪرڻ لڳا.

ڪٽن تي ويهڻ ڪان پهرين شمروز خان درخواست ڪئي تہ هو تباهي ۽ برباديءَ کي پنهنجي اکين سان ڏسڻ ٿو گهري ۽ مدرسي جي ٻارن کي بہ ڏيکارڻ گهري ٿو. هن ڳوٺ تي ڊرون ميزائيلن جو حملو هڪ ٻہ ڏهاڙا پهرين ٿيو هو. ڳوٺ جي بلڪل وچ ۾ گول دائري جهڙا کڏا پئجي ويا هئا جن جي ڊيگهہ ۽ ويڪر تقريباً ٽيهن کان چاليهہ فٽ هئي. ڪجهہ کڏون ايتريون اونهيون هيون جو زمين مان پاڻي ڦُٽي آيو هو ۽ پري کان ائين ٿي لڳو ڄڻ تہ کوهہ کوٽيل هجن. هر کڏ جي ويجهو ڪنهن گهر جا اثار مليا ٿي. ڪنهن گهر جو اڱڻ کڏ ڏانهن ٿي کليو تہ ڪنهن گهر جو رڌڻو کڏ جي ڪناري تي موجود هو. ڪجهہ گهرن جا بچيل ڪمرا پڳل پٿين سان پنهنجي بربادي‌ءَ جو منظر ڏيکاري رهيا هئا. مختلف جڳهن تي وڻن جي ٽارين تي گهرن ۾ استعمال ٿيندڙ شين ۽ ڪپڙن جا ٽڪرا اڏامي وڃي ڦاٿا هئا. ڳوناڻن روئڻهارڪو ٿي ٻڌايو تہ ڪيئن هنن پنهنجن عزيزن جي لاشن جا ٽڪرا ميڙي دفنايا هئا. ڪجهہ شهيد اهڙا قسمت وارا بہ هئا جن جي سڃاڻپ ممڪن هئي, جڏهن تہ ڪجهہ شهيدن کي تہ ڪفن ۾ ڳوترين وانگر ويڙهي دفنايو

ويو هو. جنازي نماز ۾ بہ ڏاڍا ڏکوئيندڙ منظر ڏٺا ويا هئا. جڏهن جنازن ۽ مڙهن جي بجاءِ ننڍين ڳوٿرين ۾ ويڙهي مئلن جا نالا لکيا ويا هئا تہ اها پڪ بہ نہ هئي تہ انهن ۾ ٽڪرا ان فوتي جا هئا بہ يا نہ. ان اذيتناڪ دوري ۾ بارن جون دليون دهلجي ويون هيون ۽ هنن جي نسن ۾ رت بدران نفرت جو لاوو ڊوڙي رهيو هو. هنن کي سمجهہ ۾ نٿي آيو تہ انهن وحشياڻن حملن جو پلاند ڪيئن ڪجي. شمروز خان ۽ هن سان گڏ آيلن کي ٻڌايو ويو تہ مري ويل ويهارو کن ماڻهن ۾ عورتون، ٻار ۽ بزرگ بہ شامل هئا.

دورو مڪمل ڪرڻ ڪانپوءِ سيئي هڪ گهر جي اڱڻ ۾ گڏ ٿيا ۽ مري ويلن لاءِ فاتحہ پڙهي وئي. ڪاڏي جو انتظام ٿي ويو هو ۽ سيني پٽ تي ويهي ماني کاڌي. شمروز خان شاگردن کي چيو تہ هو هلي مني بس ۾ ويهن ۽ ڊرائيور کي تيل پاڻي ڏسڻ لاءِ چيائين . جڏهن هو ڳوٺ وارن سان اڪيلو رهجي ويو تہ وڃڻ کان پهرين هڪ دفعو ٻيهر هنن سان تعزيت ڪيائين ۽ کيسي مان نوٽن جا ڪجهہ بنڊل ڪڍي مدد طور ڳوناڻن ۽ فوتين جي وارثن کي ڏنائين. هن چيو تہ اها رقم خدا ترس ماڻهن هنن لاءِ موڪلي هئي. ڊرائيو

گاڏي چالو ڪري ڇڏي هئي ۽ سيئي شاگرد ويهي رهيا هئا. شمروز خان جي ويهڻ ڪانپوءِ گاڏي ڳوٺ مان ٻاهر نڪري رستي تي آئي ۽ پويان تباهيءَ جا منظر ڇڏيندي مدرسيءَ ڏانهن رواني ٿي وئي. واپسيءَ جو سفر نهايت خاموشيءَ ۾ گذريو. سيئي شاگرد پنهنجن خيالن ۾ گم هئا. هر شاگرد پنهنجي حيثيت جي مطابق آمريڪين، نيٽو ملڪن ۽ انهن جي ساٿارين کان بدلو وٺڻ جو سوچي رهيو هو.

سخي جان کان واپسيءَ وارو سفر تيزيءَ سان گذريو ۽ سڀ خاموش هئا. رات جي مانيءَ ڪانپوءِ بہ مدرسي ۾ اداسي ڇانيل رهي. خستہ خان ۽ هن جي جماعت جي شاگردن مدرسي جي ٻين ٻارن کي سخي جان جي تباهي ۽ بربادي‌ءَ بابت ڏکوئيندڙ ڪهاڻيون ٻڌايون. سيني شاگردن جي منهن تي بدلي ۽ پلاند ڪرڻ جا جذبا ظاهر هئا. شاگردن گڏيل طور تي واعدو ڪيو تہ جڏهن بہ ڪين موقعو مليو تہ هو پنهنجي حيثيت آهر بدلو ضرور وٺندا. ان رات شاگردن ڊيڄاريندڙ خواب ڏٺا ۽ ڪيترا ٻار رڙيون ڪري ننڊ مان اٿي ويا پر پوءِ ٻين کي موجود ڏسي وري سمهي رهيا.

ڪجھ ٻارن کي تہ سڄي رات ننڊ نہ آئي ۽ هو بيچينيءَ وچان پاسا ورائيندا رهيا. اها ڪيفيت ڪافي ڏينهن تائين جاري رهي. حالانڪ مدرسي جي ٻارن لاءِ اهڙا ڏکوئيندڙ منظر نوان نہ هئا. مدرسي جا منتظمين جڏهن بہ شاگردن کي اهڙي قسم جي دورن تي وٺي ويندا هئا تہ مدرسي جي ماحول کي واپس نيڪ ٿيڻ ۾ هميشہ ڪجھ ڏينهن لڳي ويندا هئا. بظاهر تہ شاگرد پنهنجي ڪمن ڪارين ۾ مشغول نظر ايندا هئا پر هنن جي ذهنن ۽ دلين ۾ پرڏيهي فوجن ۽ انهن جي حمايتين جي ظلمن خلاف نفرت ۽ بدلي جا جذبا هميشہ چانيل رهندا هئا.



مدرسي جي معاملن تي انتظاميہ جو مڪمل ضابطو هو. روز جا ڪم ڪاريون طئي ڪيل طريقن تي هلندڙ هئا. ٽيهن سيپارن واري جماعت جي سينئي شاگردن کي خبر هئي تہ هنن جو ڪهڙيون ذميداريون هيون. وڏي عمر جا ٻار ٻارڙ ڪان ننڍين جون غلطيون صحيح ڪرڻ ڪان سواءِ ضرورت پوڻ تي هنن جي مدد بہ ڪندا هئا. صبح جو ٻاڻي پيڻ، نيرن ڪانپوءِ سبق ياد ڪرڻ، اڳين نماز ۽ ڪائڻ جي ساهي ۽ پوءِ وچين نماز

تائين مدرسي جي تعليم جو سرشتو هلندو رهندو هو.
انهن مان ڪجهه ٻار هوٽل ۾ خدمت ڪندا هئا ۽ ائين
هفتو گذري وڃڻ جي خبر به ڪا نه پوندي هئي. البت
جمعي جي نماز ۾ ڪجهه ساهي ملندي هئي جنهن ۾
ٻار ڪچهري وغيره ڪري وندا هئا.

عبدالواحد پندرنهين سيپاري جو شاگرد هو ۽
ٻارن ۾ گهڻو مقبول هو. هن جو مزاج عام ٻارن کان
مختلف هو ۽ هن جون عام ڳالهيون به ڏاڍيون دلچسپ
هونديون هيون. هن جي هر ڳالهه ۾ مذاق ۽ چرچو ظاهر
هوندو هو. ٻين ٻارن وانگر هو به سبق ۾ پابنديءَ
سان ڪندو هو پر هو اڪثر ڪري سبق جي وچ ۾
مولوي صاحب کان چيندڙ سوال به ڪري وندو هو.
هن جا سوال عام طرح سان ٻارن جي حوالي سان
بلڪل سادا سودا هوندا هئا پر هن جو رويو ڪجهه
آزاد نموني جو هو. انهن سيني ڳالهين جي خبر شمروز
خان کي به هئي پر چاڪاڻ ته عبدالواحد ڪڏهن به
مدرسي جي تعليم ۽ انتظام تي تنقيد نه ڪئي هئي
تنهن ڪري هن کي ڪڏهن به ڏنگو يا باغي نه
سمجهيو ويو هو. البت هن تي نظر رکي پئي وئي ۽ هن
جي جماعت جي شاگردن کي به هن جي نگرانيءَ لاءِ

چيو ويو هو ۽ ڪنهن بہ غير معمولي ڳالهہ يا عمل جو اطلاع شمروز خان يا مولوي صاحب کي ڏيڻ جو چيو ويو هو.

عبدالواحد جڏهن آخري دفعي گهر ويو هو تہ هن جي ماءُ هن کي ڪيسي ۾ رکڻ جيترو هڪڙو ريڊيو ڏنو جيڪو هو لڪ چپ ۾ اڪيلو ويهي ٻڌندو هو ۽ ڪڏهن تہ هو جهونگاريندي گانا بہ ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو.

هڪڙي ڏينهن سيئي ٻار جمعي جي نماز کان پوءِ معمول واري ڪچهريءَ ۾ مصروف هئا تہ عبدالواحد ڪمري ۾ داخل ٿيو ۽ سيني ٻارن کي مخاطب ٿيندي چيائين تہ مون وٽ هڪ سٺي خبر آهي. هو مدرسي ۾ هونئن بہ مقبول هو ۽ اڄ جڏهن هن خبر جو اعلان ڪيو تہ سيني ٻارن جا ڪن کڙا ٿي ويا. عبدالواحد کنگهڪار ڪندي پنهنجي نڙي صاف ڪئي ۽ ڳالهائڻ شروع ڪيائين. پائرو اسان جا ڏينهن رات معمول جي مطابق هلن پيا ۽ هر ڪم طئي ڪيل قاعدن موجب ٿي رهيو آهي. اسان کي ڪنهن قسم جي تڪليف ڪانهي پر هن هڪجهڙائي واري معمول جي ڪري اسان جي زندگيءَ ۾ مشين وارو

انداز پيدا ٿي ويو آهي. اسان کي ان هڪجهڙائي کي ختم ڪرڻ گهرجي ۽ هفتي ڏهن ڏينهن ۾ ڪجهه صحت مند مشغلن جو بندوبست ڪرڻ گهرجي.

ڪمري ۾ موجود ٻارن هڪ ٻئي ڏانهن حيرت وچان ڏسڻ شروع ڪري ڇڏيو هو. هنن کي سمجهه ۾ نه پئي آيو ته ان تجويز جو ڪهڙو جواب ڏجي. ڪجهه ٻار ته پريشان ٿي ويا ته خبر ناهي هن جي ذهن ۾ ڪهڙي ڳالهه پئي هلي. ڪٿي ان ڪري اسان مشڪل ۾ نه اچي وڃون. عبدالواحد سيني کي وائڙو ٿيندو ڏسي ڳالهه وڌائڻ جي ڪوشش ڪئي. هن سيني شاگردن کي اطمينان ڏياريندي چيو ته پريشانيءَ جي ڪا ڳالهه نه آهي. هو فقط ڪمري ۾ ويٺل ٻارن کان اهو پڇڻ پيو گهري ته ڪنهن کي ڪرڪيٽ جو شوق هو يا نه. ٻارن جي منهن تي خوشيءَ جي لهر ڊوڙي وئي ۽ سيني هٿ مٿي ڪري پنهنجي دلچسپي ڏيکاري. ڪجهه ٻارن ٻڌايو ته هو جڏهن موڪلن ۾ ڳوٺ ويندا آهن ته اڪثر هو ڳوٺ جي ٻارن سان ڪرڪيٽ کيڏندا آهن. شاگردن جي طرفان اهڙو رد عمل ڏسندي عبدالواحد جي به ٿوري همت وڌي ۽ هن ٻارن کي ٻڌايو ته ڪرڪيٽ جا ڪيترا قسم آهن ۽ اهو به ته هڪ

ڏينهن واري راند جو بين الاقوامي مقابلو بہ ٽيڱ وارو هو جنهن ۾ پاڪستان ۽ افغانستان جون ٽيمون بہ شامل هيون. پاڪستان جي ٽيم جي ڪٽي وڃڻ جو امڪان وڌيڪ هو. هن اهو بہ ٻڌايو تہ هن سال افغانستان جي ٽيم پهريون ڀيرو مقابلي ۾ حصو وٺي رهي هئي. افغانستان جا طالبان ان جا سخت مخالف هئا ۽ هنن ڌمڪي بہ ڏني آهي تہ هو مقابلي ۾ شريڪ ٽيڱ وارن کي نشانو ناهيندا پر تڏهن بہ رانديگرن راند ۾ شرڪت ڪرڻ جو اعلان ڪيو آهي. هن اهو بہ ٻڌايو تہ طالبان چون ٿا تہ ڪرڪيٽ کيڏڻ وارن جي پوشاڪ غير شرعي آهي ۽ هو نہ ٿا چاهين تہ غير اسلامي رانديون ۽ روايتون اسان جي معاشري جو حصو بڻجن. ڪمري ۾ موجود شاگردن هڪ ٻئي ڏانهن ڏسندي چيو تہ اها ڳالهہ اسان کي سمجهہ ۾ نہ ٿي اچي تہ هڪ راند کي غير اسلامي ڪيئن ٿو ڪوٺي سگهجي. آخر ڪار شاگردن ان نظريي کي رد ڪيو ۽ موضوع کي تبديل ڪندي پنهنجي رضامنديءَ جو اظهار ڪيو تہ هو سيئي ڪرڪيٽ جو شوق رکن ٿا. ان سڄي ڳالهہ ٻولهہ کانپوءِ عبدالواحد ۽ ٻيا شاگرد هيڏانهن هوڏانهن جي ڳالهين ۾ لڳي ويا.

خستہ خان ان سڄي معاملي ۾ خاموش رهيو. هن جي سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ هو ان تجويز جي آجيان ڪري يا ان کي ننديو بهرحال هو خاموش رهيو. عبدالواحد پنهنجي سمجهہ ۾ ڪافي رازداريءَ کان ڪم ورتو هو ۽ هن فقط ٻين شاگردن جا رايا ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪئي جڏهن تہ پنهنجن ارادن کي ظاهر نہ ڪيائين.

هو جڏهن گذريل هفتي ڳوٺ ويو هو تہ پاڻ سان ريڊيي کان علاوه ڪرڪيٽ جو بيٽ ۽ بال بہ کڻي آيو هو جيڪو هن پنهنجي ڪمري ۾ لڪائي رکيو هو. هميشہ وانگر پهريون هفتو تڪڙو گذري ويو ۽ خميس تي عبدالواحد سيني شاگردن کي ٻڌايو تہ ايندڙ ڏينهن جمعي جي نماز کانپوءِ ڪرڪيٽ جي ميچ ٿيندي. پهرئين پندرنهن سيپارن وارن شاگردن جو آخري پندرنهن سيپارن وارن سان مقابلو ٿيندو. ٻئي ٽيمون پندرنهن اوور کيڏنديون ۽ هر ٽيم منجهان هر بالر ٽن کان وڌيڪ اوور ڪرائي نہ سگهندو. مدرسي جو هر شاگرد نهايت خوش هو ۽ ٻئي ڏينهن جو شدت سان انتظار پيو ڪري. مدرسي جي تاريخ ۾ اهو پهريون دفعو هو جڏهن شاگردن راند جو ذاتي طرح نہ فقط ارادو ڪيو هو پر ان تي عمل ڪرڻ جون تياريون بہ

ڪري رهيا هئا. ٻئي ڏينهن جڻ تہ عيد جهڙو نظارو هو. سيئي شاگرد جمعي جي نماز ڪانپوءِ ميدان ۾ گڏ ٿي ويا. عبدالواحد پنهنجي ڪمري مان آيو تہ هن جي هٿ ۾ بيٽ ۽ بال هئا. سيني شاگردن تاڙيون وڄائي هن جي آجيان ڪئي. ٽيمون ناهڻ ڪانپوءِ ميچ شروع ٿي، مقابلو ڪافي سخت ٿيو ۽ توقع جي بلڪل برعڪس پهرين پندرنهن سيپارن واري ٽيم پاڻ کان وڏي عمر واري ٽيم کي هارائي ڇڏيو. خستہ خان احتياط طور شمروز خان کي اڳئي ٻڌائي ڇڏيو هو پر شمروز خان جي وهم گمان ۾ بہ نہ هو تہ حقيقت ۾ ڪرڪيٽ ميچ ٿي ويندي، اتفاق سان جمعي جي ڏينهن هو ڪيڏانهن ويل هو ۽ ان ڪري ميچ نهايت سڪون ۽ بنان ڪنهن رڪاوٽ جي ٿي گذري.

رات جو شمروز خان علائقي جي دوري تان موٽيو تہ خستہ خان هن کي سڄي ڏينهن جو حال احوال ڏنو. هن کي جڏهن خبر پئي تہ هو ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ويو. هن جي سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ هو پنهنجي ڪاوڙ جو اظهار ڪيئن ڪري. هن خستہ خان کان پڇيو تہ عبدالواحد ڪهڙي ڪمري ۾ رهندو آهي. خستہ خان هن کي سڄو تفصيل ٻڌايو. شمروز خان کي پنهنجي

ڪمري ۾ وڃڻ جو چئي پاڻ عبدالواحد جي ڪمري ڏانهن روانو ٿيو. رات جو ڏهين بجي ڏاري عبدالواحد جي ڪمري تي ڪڙڪو ٿيو ۽ دروازو کلڻ سان شمروز خان کي ڏسي سيئي شاگرد حيران ٿي ويا. هن ڪمري ۾ گهڙندي ئي عبدالواحد جو نالو ڪنيو. عبدالواحد به قدم اڳيان ڪڍي بيهي رهيو. هن کي سجاٽپ ڪرائڻ کان پوءِ هن کان ڪرڪيٽ ميچ بابت پڇيائين. عبدالواحد هن کي ٻڌايو تہ ها اڄ اسان سڀني ڪرڪيٽ کيڏي هئي ۽ تمام گهڻو مزو آيو. هن وڌيڪ چيو تہ اهڙيون رانديون هر هفتي ٿيڻ گهرجن تہ جيئن سيئي شاگرد غير نصابي ۽ صحتمند سرگرمين ۾ حصو وٺي سگهن.

شمروز خان عبدالواحد کي هڪ زوردار چمات وهائي ڪڍي ۽ نهايت ڪاوڙ واري حالت ۾ چيائين تہ هن کي اهڙي حرڪت ڪرڻ جي جرئت ڪيئن ٿي. عبدالواحد اهوئي چيو تہ ڪرڪيٽ کيڏڻ ڪو گناهہ ڪونہ هو اها تہ هڪ راند هئي جيڪا سڄي دنيا ۾ کيڏي ويندي آهي. شمروز خان ويتر ئي باهہ ٿي ويو ۽ عبدالواحد کي اڃان وڌيڪ مار ڏنائين. هن عبدالواحد کي پنهنجي صندوق کولڻ جو اشارو

ڪيو. عبدالواحد روئندي ۽ سڏڪا ڀريندي صندوق جو ڪڙو کوليو. شمروز خان صندوق مان ٻيٺ ۽ ٻال ڪڍي ان کي اونڌو ڪري پٽ تي اڇلي ڇڏيو. ان عمل سان صندوق ۾ لڪل ننڍڙو ريڊيو بہ نڪري آيو. ريڊيو ڏسي تہ اصل ان کي باهہ لڳي ويئي ۽ هو عبدالواحد کي ماريندي چوندو رهيو تہ هن جي همت ڪيئن ٿي اهڙي غيراسلامي حرڪت ڪرڻ جي ۽ ٻين کي گمراهہ ڪرڻ جي. اهو چوندي هو ڪمري کان ٻاهر نڪتو ۽ اتي ٻيهي اعلان ڪيائين تہ سڀاڻي هو سڀني شاگردن سامهون اهو واضح ڪري ڇڏيندو تہ ان قسم جي غير اسلامي حرڪتون ڪرڻ وارن جو ڪهڙو انجام ٿيڻ کپي تہ جيئن ٻيا شاگرد ان مان سبق پرائين.

ٻئي ڏينهن سڀني شاگردن کي نيرن کان پوءِ ميدان ۾ گڏ ٿيڻ جو چيو ويو جڏهن سڀ جمع ٿي ويا تہ عبدالواحد جو نالو ورتو ويو ۽ ان کي چيو ويو تہ هو ميدان جي وچ ۾ اچي ٻيهي. عبدالواحد ڏڪندي ڏڪندي ميدان ۾ آيو. شمروز خان بہ ميدان جي وچ ۾ آيو ۽ اتي پهچي هن عبدالواحد کان پڇيو تہ هن ڪرڪيٽ هن ميدان ۾ ڪيڏي هئي؟ عبدالواحد

هاڪار ڪئي. پوءِ بيت کي هوا ۾ لهرائيندي پڇيائين تہ ڇا هيءَ بيت هئي. عبدالواحد وري بہ ڊڄندي هاڪار ڪئي. شمروز خان وڏي واڪي خستہ خان کي سڏيو ۽ ان کي حڪم ڏنائين تہ هو ميدان جي وچ ۾ هڪڙو بانس جو ڏنڊو کوڙي ڇڏي. خستہ خان ٻين ٻارن جي مدد سان ڏنڊو ميدان ۾ کوڙي ڇڏيو. شمروز خان ويجهو اچي بانس جي مضبوطيءَ کي ڏٺو ۽ پڪ ڪرڻ کان پوءِ خستہ خان کي چيائين تہ هو عبدالواحد کي ان ڏنڊي سان ٻڌي ڇڏي. ٽن چئن شاگردن عبدالواحد کي ميدان جي وچ ۾ آڻي بانس سان ٻڌي ڇڏيو. شمروز خان وري ويجهو ٿي آيو ۽ پڪ ڪيائين تہ عبدالواحد کي ڪيتري مضبوطيءَ سان ٻڌو ويو هو. ان کان پوءِ بيت هٿ ۾ کڻي شاگردن کي مخاطب ٿيندي چيائين تہ اڄ کان پوءِ مدرسي جي ڪنهن بہ شاگرد کي اها همت نہ ٿيندي تہ هو ڪافرن جون ايجاد ڪيل رانديون کيڏي. هنن جي مدرسي ۾ اچڻ جو مقصد فقط مذهب سان تعلق رکڻ هو ۽ اهڙيءَ قسم جي غيرشرعي حرڪت برداشت نہ ڪئي ويندي. هن خستہ خان کي گهرائي بيت ان جي هٿ ۾ ڏيندي چيو تہ هو عبدالواحد جا پنا اگهاڙا ڪري هن

جي پٺن تي ڏهہ ڏڪ هڻي ۽ جيڪڏهن ان وچ ۾ هو سزا سهي نہ سگهي ۽ ڪري پوي تہ هن جي باقي رهيل سزا ڪنهن ٻئي ڏينهن ڏني وڃي. خستہ خان پاڻ بہ ٻڌتر ۾ پئجي ويو هو. هن کي تمام گهڻو افسوس پئي ٿيو تہ مخبري ڪري هن وڏي غلطي ڪئي هئي. هن کي ان جو اندازو ئي نہ هو تہ ايتري معمولي ڳالهہ جي اهڙي ڳري سزا ڏني ويندي. آخر عبدالواحد بہ هن جي عمر جو هو ۽ هن جهڙو ئي هو. نہ چاهيندي بہ هن بيٺ شمروز خان کان وٺي عبدالواحد کي مارڻ شروع ڪيو. پنجن ڇهن ڏَڪن ۾ ئي عبدالواحد بيهوش ٿي ڪري پيو. شمروز خان حڪم ڪيو تہ عبدالواحد جون رسيون کولي هن کي ڪمري ۾ وٺي وڃن ۽ هن جي باقي رهيل سزا سڀاڻي ڏني ويندي.

خستہ خان عبدالواحد جا پير کولي ٻين ٻارن جي مدد سان هن کي ڪمري تائين پهچايو ۽ هن کي اتي ڇڏي پاڻ موٽي آيا. ڪمري ۾ رهندڙ ٻين ٻارن عبدالواحد جي منهن تي پاڻيءَ جا ڇنڊا هنيا ۽ آخرڪار توري دير ڪانپوءِ عبدالواحد هوش ۾ اچي ويو. هو ڏڪن جي تڪليف جي ڪري ڪنجهيو پئي. پُٺن پرليٽڻ هن لاءِ مشڪل هو ۽ هو سڄي رات

سُور ۾ پاسا ورائيندو رهيو. رياض ۽ ڪمري جا ٻيا ٻار ڪمبل منهن تي وجهي اڪيون پوري سمهي رهيا. رات جو دير سان عبدالواحد جي ڪنجهڻ جو آواز بند ٿي ويو. اهڙي حالت ۾ رياض پريشانيءَ ۾ اٿيو ۽ جلدي سان ڪمري جي بتي ٻاري. ڪمري ۾ لائيٽ جي ٻرندي ئي رياض هڪ وڏي رڙ ڪئي ۽ عبدالواحد جو نالو ڪٽندي ڇت جي ڪُنڍي مان لڙڪندڙ هن جي لاش سان ڀاڪر پائي اوچنگارون ڏئي روئڻ لڳو. عبدالواحد رات جو ڪٿ جي ٻيراندي منجهان واڌڙ کولي، پکي ۾ رسو وجهي ڦاهو کائي پنهنجو انت آڻي ڇڏيو هو.



ملڪ ظريف وال جي ننيڙي ڳوٺ ۾ سبزعلي خان جي شاديءَ جي خبر پکڙجي چڪي هئي. هن کي سيڪو سڃاڻندو هو. هن جو سڄو وقت ملڪ ظريف جي خدمت ۾ گذرندو هو ۽ هو اڪثر ڳوٺ کان ٻاهر ئي رهندو هو ڇاڪاڻ ته ملڪ ظريف کي پنهنجي ملاقاتن ۽ واپار جي سلسلي ۾ ٻين علائقن جو سفر به ڪرڻو پوندو هو. جڏهن سبز علي خان ڳوٺ هوندو به هو ته ملڪ ظريف جي قلعي جهڙي ڪوٺ واري گهر

مان هن جو نڪرڻ گهٽ ئي ٿيندو هو. البت هو ملڪ ظريف سان گڏ سانجهي نماز وقت مسجد ۾ نظر ايندو هو. هتي هن جي ڳوٺ وارن ماڻهن سان ملاقات ٿي ويندي هئي. ڳوٺ جا ماڻهو سبز علي خان جي باري ۾ چڱي راءِ رکندا هئا ۽ هن جي امينه سان سڱ تي خوش هئا. ساڳيءَ ريت اسلم خان به ڳوٺ ۾ ڄاتل سڃاتل هو. هن جو روزانو ماڻهن کي ڪانيون ڪري گهر پهچائڻ، ڳوٺ جي بازار ۾ ٿانون جو دڪان ۽ چانهه جي هوٽل ڪافي مشهور ٿي ويا هئا. ماڻهو اسلم خان جي همت ۽ حوصلي کي مڃيندا هئا. ته هن پنهنجي محنت ۽ سمجهداريءَ سان پنهنجي معاشي حالتن جو مڙسن وانگر مقابلو ڪيو هو ۽ ڪجهه عرصي جي معاشي بدحاليءَ کي پنهنجي محنت سان خوشحاليءَ ۾ تبديل ڪيو هو. هن جي ٿانون جو واپار به بهتر ٿي ويو هو ۽ هن کي اميد هئي ته هاڻ هو زندگيءَ ۾ پنهنجي گهر جي سربراهه جون ذميواريون سهڻي نموني ادا ڪري سگهندو. امينه جي شاديءَ جا ڏينهن ويجها هئا ۽ هاڻ ته فقط ڪجهه ڏينهن رهجي ويا هئا. جميله اسلم خان کي ٻڌايو ته هن امينه لاءِ ڪجهه وڳا ۽ هٿ سان ٺهيل سينگار وارا زيور ڳوٺ منجهان ئي

ناهرائي ورتا هئا. هن ڪجهہ ميندي بہ وٺي رکي هئي.
بين بارن لاءِ بہ وڳا پاڻ ئي ورتا هئائين. ۽ ڇوڪرين
کي چيو هئائين تہ هن پيري عيد تي ٿي سگهيو ٿي تہ
هنن کي نوان ڪپڙا نہ ملن. اسلم خان جي ذمي بہ
ڪم رهجي ويا هئا. هن کي دعوت لاءِ اٺ ۽ چانور وٺڻا
هئا. هن ڳوٺ جي ريزڪي دڪان واري کي اڳواٽ
ٻڌائي ڇڏيو هو تہ شاديءَ کان هڪ ڏينهن پهرين هو
چاليهہ ڪلو چانور ۽ سٺ ڪلو اٽو وٺندو. دڪان
واري هن کي پڪ ڏياري هئي تہ هن پيري اينڌڙ سامان
سان گڏ هن اڳواٽ ئي اضافي سامان لاءِ نياپو ڪري
ڇڏيو هو. هاڻ اسلم خان کي شاديءَ کان هڪ ڏينهن
اڳ خستہ خان کي مدرسي مان وٺي اچڻو هو. جنهن لاءِ
هن جي زال ڪپڙن جو وڳو ۽ جتين جي جوڙي اڳئي
وٺي رکي هئي. هن مدرسي وارن کي بہ ڄاڻ ڪرائي
ڇڏي هئي. تہ هو خستہ خان کي وٺڻ ايندو.

شاديءَ کان هڪ ڏينهن پهرين هو سفر ڪري
مدرسي پهتو تہ هن جي سيني آجيان ڪئي. شمروز
خان ۽ مولانا صاحب هن کي مبارڪون ڏنيون ۽ هن
کي ٻڌايائون تہ خستہ خان نهايت هوشيار ڇوڪرو
آهي. هن پنهنجا سبق چڱي طرح ۽ وقت کان اڳي ئي

ختم ڪري ورتا هئا ۽ اميد ڏيڪاريائون تہ هن کي قرآن حفظ ڪرڻ لاءِ چونڊيو ويندو. اسلم خان کي پنهنجي پٽ جي ڪاميابيءَ جو بڏي ڏاڍي خوشي ٿي ۽ هن فخر منجهان ٻنهي کي چيو تہ هن کي مدرسي جي مقصد ۽ ٻار جي تربيت تي مڪمل اعتماد هو. خستہ خان پنهنجو سامان ٻڌي وينو هو ۽ هن کي انهن کي ڪٽڻ ۾ وقت نہ لڳو. هو پنهنجي پيءُ سان مدرسي جي ڪوٽ مان نڪري هوٽل تي اچي وينو. شمروز خان بہ هنن سان گڏ ٻاهر آيو ۽ هوٽل واري کي سٽي چانهہ ناهڻ لاءِ چيائين. شمروز خان کيسي مان ڪجهہ رقم ڪڍي اسلم خان کي ڏني ۽ چيائين تہ اها رقم مدرسي پاران هن جي ڌيءُ لاءِ شادي جو تحفو هو. اسلم خان رقم وٺي هنن جا ٿورا مڃيا. چانهہ پيئڻ کان ڪجهہ ئي دير ۾ بس اچي وئي. اسلم خان ۽ خستہ خان جڏهن بس لاءِ اٿيا تہ اسلم خان محسوس ڪيو تہ هن جي پٽ جو قد ڪافي وڏو ٿي ويو هو ۽ هاڻ هو ذري گهٽ هن جي ڪلهي تائين اچي پهتو هو. بس ۾ ويهي ٻنهي شمروز خان ۽ مينيجر کي خدا حافظ چيو. بس هلي ۽ پنهنجي منزل ڏانهن رواني ٿي. رستي تي خستہ خان پيءُ کي سخي جان ڳوٺ جي تباهيءَ بابت ٻڌايو

۽ چيائين تہ هن ۽ هن جي جماعت جي ٻارن جي سوچڻ جو انداز بدلجي ويو هو ۽ هن کي جڏهن بہ موقعو مليو تہ نيتو ۽ ان جي ساٿارين کي تباهہ ڪري ڇڏيندا. اسلم خان پاڻ بہ پنجن وقتن جو نمازي هو ۽ سچي ڄمار هن نماز يا روزو ڪو نہ گسايو هو. پر هو بنياد پرست اصل ئي نہ هو. هو مذهب کي ماڻهن جي خدمت جو ذريعو سمجهندو هو ۽ هميشہ دين کي هڪ ذاتي فعل طور ڏسندو هو. خستہ خان جا اهڙا خيال ٻڌي هو ٿورو پريشان ٿيو پر پوءِ هن سوچيو تہ ان عمر ۾ سڀ ٻار جذباتي ٿيندا آهن. ۽ هميشہ پنهنجي قد کان وڏيون ڳالهيون ڪندا آهن تہ جيئن هنن جو شمار وڏن ۾ ٿي سگهي. سچي واٽ ان قسم جون ڳالهيون ٿينديون رهيون پر شاديءَ بابت ڪابہ ڳالهہ نہ ٿي. بس جبلن، ٽڪرين ۽ پيچرن تان ٿيندي نيٺ ملڪ ظريف وال پهچي وئي. اتان کان گهر جو پنڌ ڪچهري ڪندي جلدي گذري ويو.

خستہ خان کي هن جو گهر پري کان ڏسڻ ۾ اچي ويو ڇاڪاڻ تہ گهر کي نئون رنگ روغن ڪيو ويو هو ۽ ان جي ڀتين تي مختلف خوبصورت چٽ ناهيا ويا هئا. لڳو پئي تہ اسلم خان ۽ جميلہ پنهنجي وس کان

وڏيڪ خرچ ڪيو هو. اسلم خان چاهيو پئي تہ هو ڏوم ڏام سان اها شادي ڪري تہ جيئن سيني کي خبر پوي تہ جيئن بين ڏيئرن لاءِ بہ سگ اچن.

گهر تي جميلہ ۽ هن جو ن پينرون بي صبريءَ سان خستہ خان جي انتظار ۾ هيون. دروازي تي کڙڪو ٿيو تہ هن هڪدم در کوليو. در تي اسلم خان سان گڏ هڪ وڏو چوڪرو بينو هو. هن جي چهري تي اجان بہ معصوميت لڳي پئي، جيتوڻيڪ جسماني طرح هو ڪافي وڏو ٿي ويو هو. سيني گهر ڀاتين هن جي آجيان ڪئي. هن کي نئون سبيل جوڙو ۽ جوتن جي جوڙي بہ ڏنائون. جميلہ کي اچي ڊپ واريو تہ ڪٿي جوتا ۽ ڪپڙا خستہ خان کي ننڍا نہ ٿين. سيني پينرن پنهنجي شاديءَ جا وڳا ۽ موتين ۽ ستارن وارا زيور هن کي ڏيکاريا. خستہ خان کي سبز علي خان جي طرفان ڏنل سامان ۽ جانور بہ ڏيکاريا ويا. ان سڄي عمل دروان خستہ خان جهڙو منجهيل پئي لڳو ۽ ڪا خاص گرمجوشي نہ ڏيکاريائين. اسلم خان، جميلہ، امينہ ۽ هن جي بين پينرن کي هن جو رويو ۽ رکائي ڏسي ڏک ٿيو. خستہ خان جي اٿڻ ويهڻ، هلڻ چلڻ يا ڳالهہ ٻولهہ مان ائين نٿي لڳو تہ هو ڪو هن گهر جو فرد هو. هو ان

ئي گهر ۾ وڏو ٿيو هو. ائين پئي لڳو تہ جڻ هو هتي کو اوپرو مهمان هو جيڪو سفر دوران ڪجهہ آرام لاءِ هتي اچي ترسيو هو. هن شاديءَ بابت بہ ڪو سوال نہ ڪيو. هن پيئرن سان گذاريل وقت بابت بہ ڪا ڳالهہ نہ ڪئي. هو سڄو ڏينهن ۽ سڄي رات اوپرن وانگر رهيو. اسلم خان تہ ٺهيو پر هاڻ تہ جميلہ ۽ هن جي پيئرن کي ڪافي پريشاني پئي ٿي تہ خستہ خان کي ڇا ٿي ويو هو. پوءِ هنن سوچيو تہ شايد هو پنهنجي دوستن جي ڪمي محسوس پيو ڪري ۽ هڪ ٻن ڏينهن ۾ وري گهر ۾ رلي ملي ويندو. اسلم خان ۽ جميلہ سڄي رات بيچين رهيا. سيني مهمانن لاءِ کائڻ ۽ رهائڻ جي بندوبست جا مسئلا تہ هئا پر هنن کي خستہ خان جي حوالي سان ڪافي پريشاني ٿي پئي هئي ۽ هو اميد لڳائي ويٺا هئا تہ هن جو رويو عارضي هجي ۽ هو جلد گهر ۽ ڳوٺ وارن سان رلي ملي وڃي.

ٻئي ڏينهن صبح ساڻ ڇيلا کهڻ کانپوءِ صفائي ڪئي وئي. ديڳين ۾ چانور چاڙهيا ويا ۽ گهر جي پوئين پر هڪڙو تندور جيڪو خاص ڪري دعوت لاءِ ناهيو ويو هو ان ۾ ڪاٺيون وجهي ٻاريو ويو. هر ڪم لاءِ ماڻهو هو تہ جيئن هر ڪا شيءِ سهڻي نموني سان

وقت تي تيار ٿي وڃي ۽ ڪو مهمان ناخوش ٿي نہ وڃي. تقريباً ڏيڍ سو مردن، عورتن ۽ ٻارن جي ماني ءَ جو انتظام ڪيو ويو هو. نڪاح، ڪاج ۽ دعوت جو انتظام ٻنپهرن جو رکيو ويو هو. چاڪاڻ تہ ڄڃ ڳوٺ مان ئي اچڻي هئي ۽ ان لاءِ دير ٿيڻ جو امڪان نہ هو. البت ڪجهہ مهمان ٻين ڳوٺن کان بہ اچڻا هئا جن جي ڪري ڪجهہ دير ٿي سگهي ٿي. گهر اندر ڇوڪرين جو دهل تي سهرا ڳائڻ جو انتظام ڪيل هو ۽ ڳائڻ شروع ٿيو تہ ڪجهہ ڇوڪرين ان تي نچڻ بہ شروع ڪري ڏنو. نچڻ جو طريقو گهڻي ڀاڱي روايتي هو جيڪو مردن ۽ عورتن لاءِ ذري گهٽ هڪجهڙو هوندو آهي. عورتون دهل جي هلڪي آواز تي آهستي آهستي نچنديون آهن جڏهن تہ مردن لاءِ دهل جي چوٽ ۽ رفتار تيز هوندي آهي. هر علائقي جو رقص پنهنجو هوندو آهي. جيڪو هنن جي قبائلي روايتن پٽاندڙ هوندو آهي. سيني کان خاص ڳالهہ نچندي ويهي رهڻ ۽ وري اٿڻ وقت ڪنڌ کي هڪ خاص طريقي سان گهمائڻ هوندو آهي. ڪڏهن تہ ائين لڳندو آهي تہ جهٽڪي سان هنن جو ڪنڌ اڏامي وڃي پري ڪرندو.

ڳوٺ جا ماڻهو ۽ مهمان آيا پئي ۽ مسجد جو مولوي صاحب بہ اچي چڪو هو. هاڻ ڄڃ جو انتظار هو. ملڪ ظريف اڄ سبزعلي خان کي شاديءَ لاءِ جيپ ڏني هئي ۽ پاڻ بي گاڏيءَ ۾ اسلم خان جي گهر پهتو هو. اڳين نماز جي وقت سبز علي خان پنهنجي سينگاريل جيپ ۾ اسلم خان جي گهر پهتو تہ ميزبانن دهل وڄائي نچي هن جي آجيان ڪئي. وڏيو ناهڻ واري جو بہ انتظام ٿيل هو جنهن جو خرچ ملڪ ظريف ڪنيو هو. سبزعلي خان جيئن جيپ مان لٿو تہ دهل جي چوٽ ۽ رفتار ۾ بہ تيزي اچي وئي ۽ ڪلاشنڪوف ۽ ٻين خودڪار هٿيارن جو استعمال بہ شروع ٿي ويو. تمام وڏو گوڙ هو. ننڍيا وڏا سيئي ڪنن تي هٿ ڏئي اکيون ڦاڙي ڏسي رهيا هئا. اسلم خان جي گهر جي درين، ڇت ۽ دروازي مان چادرون ويڙهيل ۽ جسم لڪائيندي عورتون بہ دعوت جو نظارو ڪري رهيو هيون. توري دير کان پوءِ ڪجهہ سڪون ٿيو ۽ ماحول ۾ گوڙ گهٽ ٿيو. اڳين نماز جو وقت ٿي ويو هو ۽ نڪاح نماز کان پوءِ پڙهجڻو هو جنهن کانپوءِ مانيءَ جي دعوت هئي. ان سڄي دعوت ۾ خستہ خان بلڪل اوپرن وانگر پئي هليو ۽ پنهنجي

دوستن سان بہ گهڻي گرمجوشي سان نہ مليو. هن جي اهڙي رويي کي هر سڃاڻڻ واري محسوس ڪيو هو. هن کي دعوت ۾ ڪجهہ چوڻ يا ڳالهائڻ جو موقعو مليو بہ تہ هن ان ڪاج کي غير اسلامي ۽ غير ضروري ڪوٺيو. هن جو چوڻ هو تہ اهي پيسا ۽ وسيلا علائقي مان ڏارين کي ڪيڏڻ ۾ استعمال ڪرڻ گهرجن ها يا متاثر ٿيلن جي امداد تي لڳائڻ گهربا هئا. هن چيو تہ اهو نچڻ ۽ ڳائڻ وڄائڻ جائز نہ هو ۽ هن کي تمام گهڻي مايوسي ٿي هئي تہ اهو سڀ ڪجهہ هن جي پنهنجي گهر ۾ ٿي رهيو هو.

نماز کانپوءِ سادگيءَ سان نڪاح پڙهايو ويو ۽ ان کانپوءِ ماني لڳائي وئي. مانيءَ ۾ برياني، گوشت ۽ تندوري مانيون وڏي تعداد ۾ موجود هيون ۽ هر ڪنهن ڍؤ ڪري ماني کاڌي. هر مهمان مانيءَ جي ذائقي جي واکاڻ بہ ڪئي. مانيءَ کان پوءِ رخصتي ٿي ۽ قرآن جي ڇانو ۾ ڇوڪريءَ کي رخصت ڪيو ويو. اسلم خان ۽ جميلہ مطمئن هئا تہ سيئي رسمون ۽ سڄي دعوت سهڻي نموني سان ٿي وئي هئي ۽ مهمان بہ خوش ۽ مطمئن هئا. ٻاهران آيل مهمانن کي مقامي سراءِ ۾ رهايو ويو هو. انهن جي ٽڪڻ ۽ کاڌي پيتي جو

انتظام ملڪ ظريف ۽ سبز علي خان طرفان هو. رات جو هر ڪو ٿڪجي سمهي رهيو ۽ ٻئي ڏينهن مهمانن کي نيرن ڪرائڻ کانپوءِ اسلم خان کي پنهنجي ڪم تي به وڃڻو هو. هن سمهڻ کان پهرين خسته خان کي چيو ته هو سڀاڻي پنهنجي دڪان تي هليو ويندو. هن کي اميد هئي ته خسته خان جيستائين ڳوٺ ۾ هجي، هن کي دڪان تي مدد ڪرائي.

اسلم خان کي صبح جو اٿڻ ۾ دير ٿي وئي هئي. هن جلد اٿي قضا ٿيل فجر جي نماز پڙهي ۽ مهمانن جي نيرن جي انتظام بابت جميله کان پڇا ڪئي. جميله ناشتو ناهڻ لڳي ته اسلم خان محسوس ڪيو ته خسته خان گهر ۾ موجود نه هو. هن سڄو گهر ڳوليو پر خسته خان جو نشان نه مليس. هو گهران ٻاهر نڪتو پر اتي به خسته خان نه مليو ۽ هو گهران نڪري هلي ويو هو. اسلم خان ذهني طرح ڏاڍو پريشان ٿيو. جيتوڻيڪ هن کي يقين هو ته گهر کان مدرسي جو سفر خسته خان خيريت سان ڪري ونندو.



پيءُ ماءُ جو اولاد سان هڪ عجيب قسم جي محبت جو رشتو هوندو آهي، پيءُ کي ڏپ لڳو ته ننڍي عمر جي ڪري ڪٿي هو رستو نہ ڀلجي وڃي. مهمانن جي نيرن ڪان واندو ٿي اسلم خان دڪان تي وڃڻ بدران بس ذريعي مدرسي پهچي ويو. اتي پهچڻ سان هن کي خبر پئي تہ خستہ خان پهرين بس ۾ مدرسي پهچي ويو هو ۽ هينئر سبق پڙهڻ ۾ مصروف هو. اسلم خان مولانا صاحب ڪان اجازت گهري تہ خستہ خان کي

ٿوري مهلت ڏني وڃي ته هن سان اڪيلائي ۾ ڳالهائڻ گهريو ٿي. اجازت ملڻ ڪانپوءِ خسته خان ڪلاس مان ٻاهر اچي ويو. اسلم خان هن کان گهر ڇڏي اچڻ جو سبب پڇيو ته خسته خان چيس ته هن کي گهر جو ماحول ڏسي تمام گهڻي مايوسي ٿي آهي. غير اسلامي رسمن سان هن کي ذهني صدمو رسيو آهي، انڪري هو گهرتي پاڻ کي اوپرو محسوس ڪندو رهيو هو. اسلم خان جي وهم گمان ۾ به نه هو ته اڍائي سالن ۾ خسته خان ايترو بدلجي ويندو. هن کي محسوس ٿيو ته هن جو اڪيلو پٽ، هن جي هٿن مان ائين نڪري ويو هو جيئن تير ڪمان منجهان. اسلم خان هن کي ڪجهه ڪاوڙ سان ته ڪجهه پيار سان سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر خسته خان جي دل تي ان جو ڪو اثر نه ٿيو ۽ هو پيءُ جي سموري ڳالهه ٻڌڻ کانسواءِ ئي مدرسي طرف هلي پيو. اسلم خان کي پنهنجي پيرن هيٺان زمين نڪرندي محسوس ٿي. هن کي سمجهه ۾ نٿي آيو ته هو ڇا ڪري ايتري ۾ شمروز خان اچي ويو ۽ اسلم خان جي ڪلهي تي هٿ رکي هن کي مدرسي کان ٻاهر وٺي ويو. هوٽل تي پهچي هن پنهنجي مخصوص انداز ۾ هڪ ڪڙڪ چانهه ناهڻ

لاءِ چيو ۽ اسلم خان کي سمجهايائين تہ خستہ خان اجان ناسمجهہ آهي ۽ هو ان کي سمجهائيندو پر في الحال اسلم خان کي گهر وڃڻ گهرجي. شمروز خان واعدو ڪيو تہ هو جلد خستہ خان سان ڳالهائي هن کي ٻڌائيندو.

اسلم خان وڏي ذهني پريشانيءَ ۾ پئجي ويو هو. هن کي سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ هو خستہ خان کي مدرسي مان ڪيرائي وٺي يا شمروز خان جي جواب جو انتظار ڪري. چانهہ جو هر ڍڪ هن کي زهر وانگر پئي لڳو. هر گهڙي صدين جهڙي پئي لڳس. ڪافي دير تائين سوچڻ کانپوءِ هن دل تي پٿر ٻڌي شمروز خان کان صلاح ورتي تہ ڇا کيس خستہ خان کي مدرسي مان ڪيرائڻ گهرجي يا قرآن حفظ ڪرڻ تائين اتي ئي رکي؟ اسلم خان شمروز خان کي ٻڌايو تہ هن جي مالي حالت هاڻ پهرين کان بهتر آهي ۽ هو هاڻي خستہ خان کي ڳوٺ جي ويجهو اسڪول ۾ پڙهائي تي سگهيو. شمروز خان هن جي ڳالهہ غور سان ٻڌي ۽ اسلم خان جي ڳالهہ پوري ٿيڻ کانپوءِ ڪجهہ دير تائين سوچيندو رهيو. هن اسلم خان کي ٻڌايو تہ خستہ خان هڪ هوشيار ٻار آهي. ان ڳالهہ جو وڏو

امڪان آهي تہ هو پنهنجي جماعت مان قرآن حفظ ڪرڻ لاءِ چونڊجي وڃي. هن اهو بہ چيو تہ هو پئي ڏينهن خستہ خان سان ڳالهائيندو ۽ هن کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندو.

شمروز خان جي ڳالهہ ٻڌي اسلم خان جي دل کي ڪجهہ آٿت مليو ۽ هن شمروز خان کي چيو تہ خستہ خان سان ڳالهائڻ کانپوءِ هن کي جاڻ ڏي. هن جي ڳالهائڻ مان هن جي پريشاني صاف ظاهر ٿئي پر هن کي شمروز خان تي ڀروسو هو. ٿوري دير کانپوءِ بس هوٽل تي اچي پهتي. اسلم خان روانو ٿيڻ لاءِ تيار ٿيو ۽ هن کي خدا حافظ چئي بس ۾ هڪ خالي سيٽ تي وڃي ويٺو. بس مان سيئي مسافر لهي چانهہ پيئڻ ۽ آرام ڪرڻ لاءِ لٿا ۽ ڪجهہ مسافر نماز پڙهڻ هليا ويا. بس جي هلڻ ۾ اڃا اڌ منو ڪلاڪ هو اسلم خان جي دل تي وڏو بار هو. هن جي دل ٻاهر ويهڻ لاءِ بلڪل تيار نہ هئي. هوا هن کي ساڙي رهي هئي ۽ هو مٿو جهلي ويهي رهيو. شمروز خان ڪجهہ وقت تائين هوٽل منجهان اسلم خان کي ڏسندو رهيو ۽ بس جي رواني ٿيڻ کان اڳ ئي هو پنهنجي مدرسي واري جاءِ ۾ هليو ويو. ٿوري دير کانپوءِ بس بہ پنهنجي مخصوص انداز ۾

هلڻ لڳي. اسلم خان سوچن ۾ ٻڏل رهيو ۽ هن کي سفر جي پوري ٿيڻ جو بہ اندازو نہ هو. ڪنڊيڪٽر پنهنجي سيٽ تان اٿي اسلم خان کي سڏيو تہ هو ڇرڪ ڀري اٿيو. ڪنڊيڪٽر هن کي ٻڌايو تہ ملڪ ظريف وال اچي ويو آهي، ڊرائيور، بس رستي جي ڪناري تي بيهاري هن جي لهڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو. اسلم خان پنهنجي خوابن جي دنيا مان ڇرڪ ڀري اٿيو ۽ شرمساريءَ سان بس مان لهي ويو. لهندي وقت هن ڊرائيور ۽ ڪنڊيڪٽر کي مهرباني چئي ۽ هنن کي چيائين تہ هو اڄ پريشان هو ۽ پنهنجي خيالن ۾ گم هو.

رستي کان ڳوٺ جو سفر اسلم خان کي اڄ ضرورت کان وڌيڪ ڊگهو لڳو. هن جا پير ڳرا ٿي پيا هئا ۽ هن کي سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ گهر پهچي هو جميلہ کي ڇا ٻڌائيندو. گهر پهچندي رات پئجي وئي ۽ سج جبلن پٺيان وڃي لڪو هو. هن گهر جو در ڪڙڪايو تہ جميلہ در کوليو. گهر ۾ اندر وڃڻ کان اڳ ئي دروازي جي آواز مان جميلہ کي اندازو ٿي ويو هو تہ اسلم خان ڏاڍو مايوس هو ۽ خستہ خان سان ملاقات مان ڪجهہ نہ وريو هو. گهر جي حالت مان ظاهر هو تہ

هت ڪا خاص دعوت پچاڻيءَ تي پهتي هئي. جميلہ هن کي ٻڌايو تہ سبز علي خان نيرن ۾ ٻنپهرن جي ماني کان پوءِ مهمانن کان موڪلايو هو. امينہ پنهنجي گهر پهچي وئي هئي ۽ پنهنجي مڙس سان ڏينهن جي ماني لاءِ آئي بہ هئي. شاديءَ جي انتظامن ۽ رسمن جي ادائيگيءَ مان سڀ مهمان خوش هئا ۽ سڄي ڳوٺ وارن دعوت کي ڏاڍو ساراهيو هو. اسلم خان امينہ جي شاديءَ جي سهڻي انتظام مان خوش تہ هو پر هن کي خستہ خان جي طريقي جي ڪري ۽ هن جي سوچ جي انداز بدلجڻ تي پريشاني هئي. هن جميلہ کي خستہ خان سان ٿيل ڳالهين بابت ٻڌايو. جميلہ مٺو جهلي ويهي رهي. پيءُ ماءُ کي خوشيءَ جي موقعي تي پريشان ڏسي سندن ڏيئرون سمجهي ويون هيون تہ مدرسي مان ڪا خوشيءَ جي خبر نہ آئي هئي. ماني جو وقت ٿيو تہ سڀني گڏجي مانيءَ کاڌي. مانيءَ دوران سڀئي خاموش هئا ۽ گراهن جي چٻاڙڻ يا پاڻي پيئڻ کان سواءِ ٻيو آواز بہ نہ آيو. گهر ۾ خوشيءَ جو ماحول اوچتو ئي افسوس وارو ٿي ويو هو. هر ڪو وقت کان اڳ ئي سمهڻ جي تياري ڪرڻ لڳو. سمهڻ وقت اسلم خان جميلہ کي ٻڌايو تہ شمروز خان هن سان واعدو ڪيو

آهي تہ خستہ خان کي سمجھائڻ جي ڪوشش ڪندو ۽ اسان کي ٻڌائيندو. هن اهو بہ چيو تہ شمروز خان هفتي ٻن ۾ ملڪ ظريف وال اچڻ وارو هو ۽ هن کي اميد هئي تہ هو ڪا چڱي خبر آڻيندو. اميد بہ عجيب شئي آهي ۽ ان اميد تي ئي دنيا قائم آهي.

اسلم خان جي وڃڻ کان پوءِ خستہ خان پنهنجو سبق ياد ڪرڻ ۾ مصروف ٿي ويو ۽ ٿوري ئي دير ڪانپوءِ هن اسلم خان جي اچڻ ۽ هن جي دڙڪن کي وساري ڇڏيو هو جڻ تہ اهو واقعو ٿيو ئي نہ هجي. پنهنجي پيڻ جي شادي ۽ ان موقعي تي ٿيل رسمن کي تہ هو اڳئي ذهن مان ڪڍي چڪو هو. ان ڏينهن جو ڪم پورو ڪرڻ ڪانپوءِ هن سمهڻ کان اڳ پنهنجي جماعت جي ڇوڪرن سان ڳالهہ ٻولهہ ڪئي تہ هنن پڇيو تہ اڄ ڪهڙي خاص ڳالهہ هئي جو هن جو پيءُ اوچتو ساڻس ملڻ آيو هو. خستہ خان هنن جي ڳالهہ اڻبڌي ڪندي هيڏانهن هوڏانهن جي ڳالهين ڪري ٽاري ڇڏيو.

شمروز خان، اسلم خان کي خدا حافظ چوڻ ڪانپوءِ سڌو پنهنجي ڪمري ۾ هليو ويو. ڪمري ۾ پهچي هن پنهنجي ٻئي موبائيل کي ڳولڻ شروع ڪري ڏنو جنهن

کي هو صفا گهڻ استعمال ڪندو هو. رڳو اهو بہ نہ تہ رڳو گهڻ استعمال ٿيندو هو پر ڪجهہ مهينن جي استعمال ڪانپوءِ موبائيل فون کي بہ مٽائي ڇڏيندو هو. اسلم خان ۽ خستہ خان جي بيچيني شمروز خان ۾ هڪ پراسرار دلچسپي پيدا ڪري ڇڏي هئي. هن جي نظر ۾ خستہ خان هاڻ تيار ٿي ويو هو ۽ هن کي ڪنهن بہ خاص مشن تي موڪلي سگهجي پيو. هن کي اميد هئي تہ موبائيل فون تي ڳالهہ ٻولهہ کان پوءِ سرنديءَ وارا مدرسي جي امداد ۾ اضافو ڪري ڇڏيندا. سامان اٿلائڻ سان هن کي موبائيل فون نظر آيو جنهن کي کڻي هن هڪ نمبر ملايو. سلام دعا ڪانپوءِ فارسيءَ ۽ عربيءَ ۾ تمام مختصر ڳالهہ ڪيائين پر لڳو پئي ٿي تہ ٻئي هڪ ٻئي کي وڏي عرصي کان سڃاڻندا هئا ۽ هڪ ٻئي تي اعتبار بہ ڪندا هئا.

ڳالهہ ٻولهہ ڪانپوءِ شمروز خان جي منهن تي اطمينان ۽ ڪاميابيءَ جو تاثر ظاهر ٿيو. هن فون بند ڪرڻ ڪانپوءِ ان کي ڪمري جي هڪ محفوظ حصي ۾ لڪائي ڇڏيو. سپاٽي هن کي خستہ خان سان ضروري ڳالهہ ڪرڻي هئي. انهيءَ رات هوٽل تي رڪيل ٽي ويءَ تي ٻڌايو ويو تہ فوج فضائيہ جي مدد سان

اترئين ۽ سرحدي علائقن ۾ باقاعده حملا شروع ڪري ڇڏيا هئا ۽ ڪجهہ علائقن خاص طرح سوات ۽ وزيرستان کي نشانو بڻايو ويندو. ٻئي ڏينهن خستہ خان معمول جي مطابق اٿيو ۽ صبح جي ڪمن کان واندو ٿي سيپارو پڙهڻ ۾ مصروف ٿي ويو. ان ئي وقت شمروز خان مدرسي جي هال ۾ داخل ٿيو ۽ خستہ خان کي نالو وٺي سڏ ڪيائين.

خستہ خان کي سمجهہ ۾ نہ آيو نہ ڪهڙو جواب ڏي. اهو پهريون دفعو هو تہ سيني شاگردن آڏو هن کي نالو وٺي سَڏ ڪري هن کي اهميت ڏني وئي هئي. هن سوچيو تہ پڪ ئي پڪ هن جي پيءُ شمروز خان سان ڪا ڳالهہ ڪئي آهي ۽ شايد هو هن کي سمجهائڻ خاطر سڏي ٿو. اهي خيال هن جي ذهن ۾ تيزي سان اچڻ لڳا پر هن پنهنجي منهن تي حيرت ڏيکارڻ بدران شمروز خان کان پڇيو تہ ڳالهہ ڪهڙي آهي؟ شمروز خان هن جي ويجهو پهچي چڪو هو ۽ هن خستہ خان جي ڪلهي تي هٿ رکي چيو تہ هو سڀاڻي اڳين نماز کانپوءِ هن جي ڪمري ۾ اچي. هن کي خستہ خان کي هڪ خوشخبري ٻڌائڻي هئي. پر ان بابت وڌيڪ ڄاڻ ملاقات وچ ۾ ئي ٻڌائيندو.

بئي ڏينهن خستہ خان صبح کان ئي منجهيل هو. عام ڪم ڪارين دوران بہ هو ڪافي بيچين هو. صبح جو مسجد جي ٽانڪي ۾ مدرسي جا مٽ پرڻ لاءِ جڏهن هو هيٺ وهندڙ درياهہ تي ويو تڏهن بہ سوچيندو رهيو تہ شمروز خان هن کي الائجي ڪهڙي خوشخبري ڏيڻ وارو هو. هن کي ايتري تہ پڪ هئي تہ ڪا ضروري ڳالهہ هئي. شايد شمروز خان هن کي سمجهائيندو تہ هن جو پنهنجي پيءُ اسلم خان سان رويو نيڪ نہ آهي يا پنهنجي پيڻ جي شاديءَ ۾ هن صحيح طريقو نہ رکيو هو. هن جي دل ۾ طرح طرح جا خيال پئي آيا ۽ هڪ اڻڄاتل خوف هن جي ذهن تي ڇانيل رهيو. سيپاري پڙهڻ دوران بہ هن جو خيال منجهيل رهيو. جيئن تيئن هن صبح جو وقت گذاريو. منجهند جي مانيءَ تي بہ هن جي جماعت جا شاگرد هن کان سوال ڪندا رهيا تہ شمروز خان هن سان ڪهڙي ڳالهہ ڪرڻ پئي گهري. هن پنهنجي دوستن ۽ جماعت جي ٻارن کي پنهنجي پريشانيءَ بابت ڳالهائڻ مناسب نہ سمجهيو پر هنن سان واعدو ڪيائين تہ کين سڀ ڪجهہ ٻڌائيندو. هن ماني بہ زبردستي کاڌي. وضو ڪري جڏهن هو

نماز لاءِ ويو تہ بہ هن جو ذهن پٽڪيو پئي. نماز کانپوءِ هن معمول واريون دعائون گهريون. نماز دوران شمروز خان بہ موجود هو. هو بئي مسجد مان گڏجي ٻاهر نڪتا. شمروز خان اشاري سان کيس پنهنجي جاءِ تي اچڻ لاءِ چيو. اهو پهريون دفعو هو جو هو هن جي جاءِ تي ويو. جاءِ نهايت سادي نموني سان ٺهيل هئي. آمهون سامهون ٻہ ڪمرا. ڪنڌ ۾ رڌڻو ۽ ڪاڪوس هئا. جاءِ جي ٻئي ڪمري ۾ هنڌ بسترا ۽ وهاڻا رکيل هئا. لڳو پئي تہ رڌڻو ڪڏهن بہ استعمال نہ ٿيو هو ۽ کاڌو هوٽل مان ئي ايندو هوندو. شمروز خان خستہ خان کي پٽ تي وڇايل هنڌ تي ويهڻ جو چيو. ڪمري ۾ مڪمل ماٺ هئي جنهن کي ٽوڙيندي شمروز خان پڇيو تہ ڇا هو مدرسي جي ماحول کان مطمئن هو. خستہ خان جو جواب هاڪار ۾ هو. هن وري پڇيو تہ ڌارين طرفان ڪيل تباهين بابت هن جو ڪهڙو خيال هو. خستہ خان بيحد ڪاوڙ ۽ ڏک جو اظهار ڪندي جذباتي ٿيندي چيو تہ هو بيگناهہ ماڻهن جي جان ۽ مال جي زيان تي تمام گهڻو پريشان هو ۽ هن جي سمجهہ کان ٻاهر هو تہ هنن حيوانن کان پلاند ڪيئن ڪجي.

شمروز خان هن کي ٻڌايو تہ اهو وقت اچي ويو آهي تہ هو هنن کان بدلو وٺي سگهي ٿو. پر بدلي وٺڻ لاءِ هن کي هڪ خاص مشن جي تياري ڪرڻي پوندي. ان خاص ڪم لاءِ تمام گهٽ شاگرد تيار ڪيا ويندا آهن ۽ هن جي جماعت منجهان هن کي چونڊيو ويو هي. خستہ خان پنهنجي چونڊجڻ تي خوش ٿيو. هن کي اهو ڄاڻي خوشي ٿي تہ هو آمريڪين، نيٽو فوجن ۽ انهن جي ساٿارين کان بدلو وٺي سگهندو. پاڻ جڏهن بہ ڊرون حملي جي خبر ٻڌندو هو يا انهن جي ڪري ٿيندڙ تباهي ڏسندو هو تہ هن ڪڏهن بہ نہ سوچيو هو تہ هڪ ڏينهن هو ان جو بدلو وٺي سگهندو! شمروز خان سان مختصر ملاقات ڪانپوءِ هن جي دل ۾ بدلي جي باهہ وري ڀڙڪي اٿي هئي. هن کي سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ هو ڪڏهن ۽ ڪيئن پنهنجي خواهشن کي پورو ڪري سگهندو. هن همت ڪري شمروز خان کان پڇيو تہ هي جيڪي ماٺهو آسمانن منجهان ميزائيل وسائين ٿا انهن کي ڪيئن نقصان پهچائي سگهجي ٿو. هن ٻڌايس تہ انهن کي نقصان پهچائڻ لاءِ هن کي هڪ نامعلوم جڳهہ تي تربيت ڏني ويندي ۽ ان لاءِ کيس سرحد پار ڪرائي افغانستان موڪليو

ويندو. ان مشن تي ٿي سگهيو ٿي تہ هن کي پنهنجي حياتي بہ قربان ڪرڻي پوي، جيڪڏهن هو پنهنجي مشن ۾ شهيد ٿي ويو تہ هن جي باقي زندگي جيڪا اٽڪث هوندي ۽ جنهن لاءِ هر انسان پتوڙيندو آهي، اها جنت ۾ گذرندي.

خستہ خان جنت بابت ٻڌو هو تہ اتي ڪهڙيون نعمتون هونديون آهن. ماکي ۽ کير جون نديون وهنديون آهن. حورن بابت بہ هن کي مولانا صاحب ٻڌايو هو تہ هو ڪيتريون سهڻيون هونديون آهن. اهڙيون حورون جن جي جواني ڪڏهن ختم نہ ٿيندي، انهن جا جسم سنگ مرمر وانگر هوندا آهن ۽ جيڪي شهيدن جون خواهشون پوريون ڪرڻ لاءِ هميشہ بيقرار رهنديون آهن.

خستہ خان ننڍو ضرور هو پر پاڻ انهن سڀني ڳالهين مان واقف ٿي چڪو هو. خاص ڪري جڏهن کان هن جي جسم ۾ تبديليون اچڻ شروع ٿيون هيون. هن جو قد بہ وڌڻ شروع ٿيو هو ۽ سندس منهن تي مڇن ۽ ڏاڙهي جي ساوڪ بہ اچڻ شروع ٿي هئي. مدرسي جي وڏن شاگردن هن کي ٻڌايو هو تہ اهي تبديليون ڇا جي ڪري ٿينديون آهن، انهن جو مقصد ڪهڙو هو ۽

جسم جا مختلف عضوا ڪهڙي مقصد لاءِ نهيا هئا. انهن ڳالهين کان سواءِ خستہ خان جي دماغ تي بدلي جا ڪڪر بہ ڇانيل هئا. هاڻ هن رڳو اهو ئي چاهيو تہ ڪيئن بہ ڪري انهن مظلومن، معذورن ۽ ان کان بہ وڌيڪ شهيد ٿيلن جو بدلو وٺي سگهي جيڪي ڊرون حملن ۾ مارجي ويا هئا.

شمروز خان هن کي ٻڌايو تہ ڪجهہ عرصي کان پوءِ هن کي سرحدي علائقي ۾ وٺي ويندا جتي هن کي سيئي بنيادي فوجي تربيتون ڏنيون وينديون. ان تربيت ۾ هٿيارن جي صفائي، مرمت، آپگهاتي جيڪٽ جو استعمال ۽ ٻيون گهڻيئي شيون شامل هيون. هن کي ٻڌايو ويو تہ اهو مشن نهايت خفيہ آهي ۽ ان لاءِ فقط چند ماڻهن کي چونڊيو ويندو آهي. ان لاءِ هن کي مڪمل رازداريءَ سان رهڻو پوندو. سڄي تربيت ۾ سکيا بہ رازداريءَ ۾ ڪرائي ويندي.

پنهنجي ڳالهہ پوري ڪرڻ کانپوءِ شمروز خان کيس ٻڌايو تہ جلد ئي هو هن کي ڪجهہ ماڻهن سان ملائڻ ويندو ۽ ڪجهہ عرصي تائين هن کي اتي ئي رهڻو پوندو. هن کي اهو بہ ٻڌايو ويو تہ اتي هن جي

مدرسي جي پراڻن شاگردن سان ملاقات بہ ٿي سگهي ٿي جنهن لاءِ هن کي پريشان ٿيڻ جي ضرورت نہ هئي.

هوڏانهن فوزيہ، امينہ ۽ هن جو پينرون اسڪول بند هجڻ جي ڪري گهڻو وقت گهر ۾ ئي رهنديون هيون. ننڍي گهر جي ڪري هنن کي ڏکيائي بہ ٿيندي هئي. اڪثر ڪري پنهنجي هو پراڻن ۽ استعمال ٿيل ڪپڙن منجهان گڏيون ناهي انهن سان پيون کيڏنديون هيون. هنن جي پسند جي راند گڏن ۽ گڏين جي شادي ڪرائڻ هوندي هئي. اهي شاديون هر هفتي ٿينديون هيون. جميلہ چوڪرين کي گُڏيون ناهڻ سيکاري ڇڏيون هيون ۽ فوزيہ، امينہ، گل انار ۽ بين پيٽن گڏين جو ڍير ناهي ڇڏيو هو. هر گُڏي ۽ گڏيءَ جو نالو بہ رکي ڇڏيو هئائون ۽ گهرجي هڪڙي ڪنڊ ۾ انهن رانديڪن لاءِ جاءِ مخصوص هئي. اها هڪڙي ڪنڊ نہ پر هڪ ڳوٺ جي تخليق هئي. ان ڳوٺ ۾ ننڍا ننڍا گهر ٺاهيا هئائون ۽ گهرن جي وچ ۾ هڪ فرضي اسڪول بہ ٺاهيو هئائون. ان فرضي ڳوٺ ۾ بازار بہ هئي جنهن منجهہ چار دڪان هئا.

گهر جي ڪم ڪار کانپوءِ فوزيہ ۽ گل انار ٻڪريون چارڻ هليون وينديون هيون. اڳي اهو ڪم

امينہ ۽ فوزيہ جي حوالي هوندو هو پر امينہ جي شادي کانپوءِ اها ذميواري فوزيہ ۽ انار گل کي ملي هئي. ٻئي پيٽون اهو ڪم خوشيءَ سان ڪنديون هيون ڇاڪاڻ تہ اسڪول نہ هئڻ جي ڪري گهران نڪرڻ جو اهو واحد بهانو هو. اسلم خان ۽ جميلہ وٽ ٽورائي جانور هئا. صبح جو نيرن کان وانديون ٿي هو ڪڪڙين جا بيضا گڏ ڪري گهر ۾ رکي ڇڏينديون هيون ۽ مال کي چارو وغيره ڏئي ٻڪرين کي چارڻ هليون ويندديون هيون جيڪو ڪلاڪن جو ڪم هو. ٻڪريون چارينديءَ هنن کي ڳوٺ جي ٻين ڇوڪرين ۽ ڇوڪرن سان بہ ملڻ جو موقعو ملي ويندو هو. اهي ٻار بہ پنهنجا ڌڻ ڪاهي ايندا هئا. فوزيہ ۽ انار گل لاءِ اها محنت نہ پر مشغلو هو. ٻڪريون چارينديءَ هو ڍڳين لاءِ چارو گڏ ڪنديءَ سهيلين سان ڪچهري بہ ڪري وٺنديون هيون ۽ ان بهاني هنن کي پاڻ جيترين سان ڳالهائڻ جو موقعو بہ ملي ويندو هو. اٿين هنن جا تي چار ڪلاڪ چڱا گذري ويندا هئا. ان دوران گهڻو ڪري هو پنهنجن رانديڪن بابت ئي ڳالهائينديون هيون جنهن ۾ گڏين جي فرضي دنيا جا روزانہ جا مسئلا ڳالهہ ٻولهہ جو اهم موضوع هوندا هئا. سچ

چڙهي اچڻ کانپوءِ هو هڪ ٻئي کان موڪلائي، پنهنجا جانور گڏ ڪري، ڪلهن تي گاهہ کڻي گهر ڏانهن روانيون ٿينديون هيون. ڳوٺ ۾ طالبان جي خوف جي باوجود ٻارن جو اهو روزانو جو معمول هو جيڪو بنا ڪنهن روڪ ٽوڪ جي پيو هلندو هو. ان دوران گهر تي موجود ننڍيون ڇوڪريون گهر جي ۽ مال جي واڙي جي صفائي وغيره ڪري وٺنديون هيون ۽ ڇيڻا گڏ ڪري ٿقي بہ ڇڏينديون هيون. نوان ڇيڻا ٿڦڻ کان پهرين پراڻا ۽ اس تي سڪندڙ ڇيڻا جمع ڪيا ويندا هئا جيڪي گهر ۾ ٻارڻ لاءِ استعمال ڪيا ويندا هئا.

منجهند جي مانيءَ کانپوءِ جميلہ پراڻا ۽ استعمال ٿيل ڪپڙا ڪٽي چتيون ناهيندي هئي ۽ سيئي ڏيئرون چتين کي ڳنڍي بسترن جون چادرون ۽ ويهاڻن ۽ سوڙن جون ڇَهون ناهينديون هيون. هفتي ۾ هڪ اڌ ڏينهن ڇوڪريون ڳوٺ وارن جا درڪڙڪائي استعمال ٿيل ڪپڙا گڏ ڪري وٺنديون هيون. ان طرح سان فوزيہ انار گل ۽ ٻيون ڇوڪريون سلائيءَ جو ڪم بہ سکي ويون هيون ۽ پوءِ اهي تيار ٿيل شيون اسلم خان جي دڪان تي وڪري لاءِ رکبيون

هيون. جميلہ وڏين ڇوڪرين کي گڏيون ناھڻ بہ سيکاريندي هئي جنهن ڪري گهر ۾ چڱيون گڏيون گڏ ٿي ويون هيون.

هڪڙي ڏينهن ٻڪريون چاريندي فوزيہ ۽ انار گل جي ملاقات سبز علي خان جي ڏيئرن سان ٿي تہ سيني گڏجي گڏين راند جو پروگرام رٿيو. سيئي ڇوڪريون تيار ٿي ويون تہ منجهند جي مانيءَ کانپوءِ هو فوزيہ جي گهر تي گڏجنديون. جميلہ جي ڏيئرن ماءُ کي ٻڌايو تہ سبز علي خان جون ڏيئرون اچڻيون آهن ۽ هنن سيني جو گڏين سان راند ڪرڻ جو ارادو آهي. ڪجهہ دير کانپوءِ سبز علي خان جون وڏيون ڏيئرون ثمينہ ۽ سلطانہ بہ پنهنجيون گڏيون کڻي پهچي ويون. فوزيہ ثمينہ ۽ سلطانہ کي ٻڌايو تہ اڄ گڏي گڏين جي شادي کان هٿي ڪا راند ڪنداسين. جنهن ۾ گڏيون اسڪول پڙهڻ وينديون ۽ راند بہ ڪنديون. انهن ڪجهہ گڏين کي نيري رنگ جي پوشاڪ پارائي سندن ڳچين ۾ ننڍا اسڪول جا ٿيلها ٽنگي ڇڏيا. گڏين کي باقاعده تيار ڪيو ويو، وار ناهيا ويا. جوراب ۽ بوٽ پارايا ويا. سيني گُڏين کي هوم ورڪ بہ ڪرايو

ويو. اهڙي طرح مختلف گهرن مان آيل گڏين کي اسڪول موڪليو ويو. اسڪول پهچي سيني گڏين پنهنجي حاضري لڳرائي ۽ ڪيل ڪم ڏيکاريو. ڪجهہ گڏين کي دير سان اچڻ ۽ هوم ورڪ نہ ڪري اچڻ تي دڙڪا بہ مليا. اسڪول ۾ ساهيءَ جي وقت گڏين راند بہ ڪئي. موڪل مهل سڀ گڏيون پنهنجي گهرن ڏانهن روانيون ٿيون ۽ اهڙيءَ ريت گڏين جي راند پوري ٿي. جميلہ هنن جي ڪائڻ لاءِ ڪجهہ ڪٽي آئي تہ ڏنائين تہ ڇوڪريون اها نئين راند ڪيڏي رهيون هيون. هن جي دل روئي ڏنو ۽ هو سوچڻ لڳي تہ ڪاش هنن جي ڳوٺ جو اسڪول بيهر کلي وڃي تہ جيئن ٻارن جي تعليم جو سلسلو وري شروع ٿي سگهي ۽ هو حقيقي دنيا ۾ پنهنجا خواب پورا ڪري سگهن.

خستہ خان جي مدرسي ۾ داخلا ڪانپوءِ اسلم خان پاڻ کي اڪيلو محسوس ڪرڻ لڳو هو. هنن ٻنهي جي عمرين ۾ وڏو فرق هو پر پيءُ جي ناتي هو خستہ خان سان ڏاڍو ويجهو هو. جيستائين خستہ خان ڳوٺ ۾ هو، اسلم خان هميشہ ڪوشش ڪئي تہ هو پٽ سان وقت گذاري. هو ڪڏهن تہ بلڪل ٻار بڻجي هن سان رهاڻ

ڪندو هو تہ جيئن خستہ خان هن کي پيءُ کان وڌيڪ دوست وانگر تصور تي ڪيو. جميلہ هن کي ٽوڪيندي چوندي هئي تہ اسلم خان ائين نہ ڪندو ڪر نہ تہ ٻار وڏن جو ادب ڪرڻ ڇڏي ڏيندا آهن. هنن جي دل مان وڏن جو خوف ۽ احترام نڪري ويندو آهي. هن عمر جي ٻارن کي قابو ۾ رکڻ ضروري هوندو آهي. پر اسلم خان کي پٽ سان راند ڪرڻ ۾ جيترو لطف ايندو هو اهو جميلہ جي نصيحتن کان وڌيڪ قيمتي هو. خستہ خان جي مدرسي وڃڻ کانپوءِ ڪاروبار جي بهتر ٿيڻ سان هو خستہ خان جي ڪمي اجان بہ وڌيڪ محسوس ڪرڻ لڳو هو. هاڻ هو پنهنجي ڌيئرن کي بہ وڌيڪ وقت ڏيڻ لڳو هو. هن کي ڳوٺ جي اسڪول بند ٿي وڃڻ جو وڏو ارمان هو. هن جون هوشيار ڇوڪريون تعليم جي زيور کان محروم هيون ۽ اسڪول بند ٿيڻ ڪري هن کي خستہ خان کي مدرسي ۾ موڪلڻو پيو هو. جيڪڏهن طالبان جي ڌمڪين جي ڪري اسڪول بند ڪرڻو نہ هجي ها تہ هن جا ٻار بہ اسڪول وڃي سگهن ها.

هڪ رات هن کي ائين ويٺي خيال آيو تہ جميلہ سان بہ مشورو ڪندو تہ ڳوٺ جي اسڪول کي ٻيهر

شروع ڪيو وڃي. ماني کانپوءِ هن اگهڻ ۾ پيپل ڪٺ تي ويهي جميلہ کي چيو تہ چانهہ ٺاهي اگهڻ ۾ ئي کڻي اچ چاڪاڻ تہ مون کي اوهان ۽ ڇوڪرين سان صلاح ڪرڻي آهي. پر ان کان اڳ آئون توسان اڪيلائيءَ ۾ ڳالهائيندس ۽ پوءِ ڇوڪرين سان. جميلہ ٿوري وائڙي ٿي تہ اڄ اسلم خان کي ڇا ٿيو آهي. هن جلدي سان ڪائيون باري چلهي تي چانهہ چاڙهي ٺاهي ۽ ڪوپ ۾ وجهي اگهڻ ۾ کڻي آئي. هن اسلم خان کان پڇيو تہ مامرو ڇا آهي؟ اسلم خان هڪ ڊگهو ساهہ کڻي چيو تہ ڏس تہ اسڪول نہ هجڻ جي ڪري اسان جو گهر جهڙو ٽٽي ويو آهي. طالبان ڳوٺ وارو اسڪول بند نہ ڪرائين ها تہ خستہ خان اسان سان گڏ هجي ها ۽ هن کي مدرسي ۾ موڪلڻ جي ضرورت ئي نہ پئي ها. نہ رڳو خستہ خان پر پنهنجيون ڌيئرون بہ پڙهي پون ها. هي سيئي بار گهر ويٺي پنهنجو قيمتي وقت برباد پيا ڪن. هنن کي ڪا مصروفيت ئي ڪانهي. آءٌ سوچيان پيو تہ ڳوٺ جي ماڻهن، خاص ڪري اولادي ماڻهن سان الڳ الڳ ملاقات رکان ۽ سڀني جي صلاح وٺان. جي سڀني مون سان ها ڪئي ۽ منهنجي پنيرائي ڪئي

تہ پوءِ آءُ جمعي جي نماز کانپوءِ مسجد ۾ بيٺ همراهن سان بہ صلاح ڪندس ۽ ڪوشش ڪندس تہ ڪنهن استاد جو بندوبست ٿي وڃي.

جميلہ اسلم خان جي ڳالهہ ٻڌي بيحد خوش ٿي. هن کي اندازو هو تہ اسلم خان کي تعليم حاصل ڪرڻ جو ڪيترو شوق هو ۽ هوءِ پاڻ بہ محسوس ڪندي هئي تہ جيڪڏهن پاڻ بہ ٿوري گهڻي پڙهيل هجي ها تہ گهٽ ۾ گهٽ پنهنجن ٻارن کي ئي پڙهائي سگهي ها. جميلہ خوشيءَ وچان اسلم خان جي مٿي تي چمي ڏيندي چيو تہ هن جو ارادو نيڪ هو ۽ ڳوٺ کي ان جي گهڻي ضرورت بہ آهي. قوم جي معمارن کي ائين گهرن ۾ ويهارڻ انهن جي مستقبل سان سراسر زيادتي آهي. هوءَ ڊوڙي اندر وئي تہ جيئن ڇوڪرين کي بہ سڏي اچي ۽ هنن کي بہ صلاح مشوري ۾ شامل ڪري. هنن ٻنهي گڏجي ڇوڪرين کي سجي ڳالهہ ٻڌائي. خبر ٻڌڻ شرط ڇڻ تہ اسلم خان جي اڱڻ ۾ ميلو لڳي ويو هجي. ڇوڪريون خوشي وچان نچڻ لڳيون. جميلہ ۽ اسلم خان لاءِ اها خوشيءَ جهڙي ڳالهہ هئي. هنن کي اندازو نہ هو تہ هنن جا ٻار ايترا خوش ٿيندا ۽ انهن جو ردعمل ڏسي اسلم خان جو حوصلو اجان بہ

وڏي ويو. هن جميلہ کي چيو تہ هو جلد ڳوٺ وارن سان اها ڳالهہ ڇوريندو.

ٻئي ڏينهن بازار ويندي اسلم خان ڳوٺ جي بند پيل اسڪول جي پاسي کان لنگهيو تہ جيئن اسڪول جي موجوده صورتحال جو اندازو لڳائي سگهي. اسڪول جي بس هڪ وڏي چوديواري هئي جنهن تي ڇت پيل هئي. هڪ در سامهون هئس ۽ ٻيو پٺين طرف. اندر چار ديواريءَ کي ٻن حصن ۾ ورهايو ويو هو ۽ هر حصي ۾ پنج ڪمرا هئا جن جا دروازا انهي حصي ۾ ئي کلندا هئا.

گهٽيءَ جو پٺيون دروازو ڇوڪرين جي اسڪول لاءِ هو ۽ سامهون وارو ڇوڪرن لاءِ. اسڪول ڏينهن ۾ ٻہ دفعا هلندو هو. صبح جو پرائمري ۽ شام جو سيڪنڊري. ڪجهہ استاد تہ مقامي رهواسي هئا ۽ ڪجهہ ٻاهران ايندا هئا. ٿوري گهڻي جيڪا بہ في گڏ ٿيندي هئي اها ماسترن ۾ ورهائي ڇڏبي هئي.

ان ڏينهن بازار ۾ ويني اسلم خان هر ڄاڻ سڃاڻ واري کان الڳ الڳ صلاح ورتي. ڳوٺ ۾ طالبان جو خوف ضرور هو پر سيئي والدين اسڪول کي ٻيهر کولڻ جي حق ۾ هئا. اسڪول جي بند ٿيڻ سان ڳوٺ

تي ڪافي خراب اثر پيو هو. ڳوٺ جا ٻار بيڪار ٿيندا پئي ويا. جنهن جو اندازو اسڪول جي بند ٿيڻ جي ٻن ٽن سالن اندر ئي ٿيڻ لڳو هو. سيني اسلم خان کي صلاح ڏني ته هن جو ارادو ته نيڪ آهي پر خطري کان خالي ناهي ڇاڪاڻ ته وقت گذرڻ سان طالبان جو اثر ڪافي وڌي ويو هو. پر بنياد پرستي ۽ جهالت کي ختم ڪرڻ لاءِ ضروري هو ته اهڙي وڻ کي طاقت وٺڻ کان پهرين ئي پاڙئون پٽيو وڃي. سيني جي صلاح هئي ته ملڪ ظريف کي ان نيڪ ڪم ۾ ضرور شريڪ ڪيو وڃي ۽ ان جي ئي ذريعي ڳوٺ ۾ جرڳو گهرايو وڃي. جيڪڏهن ملڪ ظريف جرڳي لاءِ تيار ٿئي ٿو ته مسجد جي مُلان کي ايندڙ جمعي جي نماز کانپوءِ ماڻهن سان جرڳو ڪرڻ جو چيو وڃي. اسلم خان کي ڳوٺ وارن جي خواهشن جو اندازو ته اڳي ئي هو. پر هُنن جي پنيرائيءَ کان پوءِ هو بيحد خوش هو. هن کي يقين هو ته اسڪول بيهر کلي ويندو. پوءِ ان جا نتيجا ڪهڙا به نڪرن.

ان شام سانجهي نماز کانپوءِ اسلم خان سبز علي خان کان پڇيو ته ملڪ ظريف سان ملاقات ڪيئن ڪجي ۽ ان سان گڏ هن پنهنجي ملاقات جو مقصد

بہ ٻڌايو. سبز علي خان بہ ڏاڍو خوش ٿيو چاڪاڻ تہ هن کي بہ اسڪول وڃڻ واري عمر جون ڇوڪريون هيون. سبز علي خان چيو تہ ملڪ ظريف جيڪڏهن سمهڻي نماز لاءِ نہ آيو تہ هو ڪيس ان جي گهر وٺي هلندو. ملاقات کان پوءِ اسلم خان تڪڙو تڪڙو گهر پهتو ۽ جميلہ کي چيائين تہ هن کي جلدي ملڪ ظريف سان ملاقات لاءِ وڃڻو هو ۽ انڪري سمهڻي نماز کان اڳ ئي ماني کائيندو. جميلہ هن کي ماني ۽ پاڻيءَ جو وٽو بہ ڏنو ۽ هن جي ڪاميابيءَ لاءِ دعائون ڪرڻ لڳي. جميلہ ۽ اسلم کي يقين هو تہ ملڪ ظريف. ڪيس مايوس نہ ڪندو. ٻنهي جي معاشي حالت ۾ تہ وڏو فرق هو، پر آخر ٻنهي ننڍپڻ گڏجي گذاريو هو ۽ گڏ وڏا ٿيا هئا. نماز تي ملڪ ظريف موجود هو پر هن اسلم خان کي اشاري سان هڪڙي ڪنڊ ۾ اچڻ لاءِ چيو. ملڪ ظريف هن کي ٻڌايو تہ سبز علي خان هن جي ڪن ۾ اها ڳالهہ ڪري ڇڏي هئي ۽ ٻڌايو هو تہ تون اسڪول ٻيهر کولڻ چاهين ٿو. پر اهو موضوع ۽ ڪم ٻئي ڏاڍا حساس ۽ خطرناڪ نوعيت جا آهن. ان لاءِ بهتر اهو هو تہ پاڻ ان جي گهر

هلي ڪُلي طرح ڳالهه ڪري سگهون. مسجد ۾ ويهي اهڙي ڳالهه ٻولهه ڪرڻ بلڪل مناسب نہ هو.

ملڪ ظريف. سبز علي خان کي اشارو ڪيو تہ هو گاڏي ڪاهي اچي. سبز علي خان جلدي سان گاڏي ڪاهي آيو ۽ هو ملڪ ظريف جي حويليءَ ڏانهن روانا ٿي ويا. ملڪ ظريف رستي ۾ چيو تہ اسڪول جو ڪم ڏکيو آهي ۽ علائقي جا طالبان اهو ڪڏهن بہ ٿيڻ نہ ڏيندا. ان سان گڏ هن اهو بہ ٻڌايو تہ هو پهرين جرڳي جي ماڻهن سان صلاح ڪندو ۽ جيڪڏهن هنن رضامندي ڏيکاري تہ پوءِ هو علائقي جي طالبان ڪماندر سان بہ ڳالهائيندو. پاڻ ڪماندر مولانا شمشير کي چڱيءَ ريت سڃاڻندو هو ۽ اڪثر هن جي مدد بہ ڪندو رهندو هو. هن کي مولانا شمشير ۾ اميد هئي تہ هو اسڪول کولڻ جي مخالفت نہ ڪندو پر ان سڄي عمل ۾ ڪجهہ وقت لڳندو ۽ گهڻو امڪان هو تہ اهو ڪم ٿي ويندو.



ملڪ ظريف علائقي ۾ سيني کان وڏي عمر وارو
تہ نہ هو پر گذريل ڪجهہ سالن ۾ هن جي اهميت ۾
ڪافي اضافو ٿي ويو هو. ان جي اها اهميت هن جي
مالي حالت جي بهتري جي ڪري نہ هئي بلڪ هو
ڳوٺ جي ماڻهن کي وقت سر شادي مراديءَ يا واپار
وغيره لاءِ مدد بہ ڪندو رهندو هو. ملڪ ظريف جي
دعوت تي جرڳي جا ماڻهو گڏ ٿيا. هن هڪ وڏي
دعوت جو اهتمام ڪري رکيو هو. ماڻهن کي اڳئي

خبر هئي تہ جرڳي ڪوٺائڻ جو مقصد ڪهڙو هو. انڪري جرڳي ۾ علائقي جي معمولي مسئلن تي فيصلا ڪرڻ ڪانپوءِ جڏهن اسلم خان ڳوٺ جي اسڪول کي ٻيهر کولڻ جي ڳالهہ ڪئي تہ ڪنهن کي بہ حيرت نہ ٿي. سيني ماڻهن پنهنجي راءِ جو اظهار ڪيو پر مجموعي طرح سيني هڪ ئي ڳالهہ ڪئي تہ اسڪول کولڻ جي ڪري ملڪ ظريف وال طالبان جي عتاب جو شڪار ٿيندو. اسڪول کولڻ جو خيال تہ سنو آهي. پر خطري کان خالي ڪونهي. جرڳي ۾ آيل سيني ماڻهن کي خبر هئي تہ اسڪول کولڻ جي ڳالهہ اسلم خان شروع ڪئي هئي ۽ هن کي ملڪ ظريف جي پنيرائي حاصل هئي. مولانا شمشير بہ ان جرڳي ۾ موجود هو پر هن پنهنجي راءِ جو اظهار نہ ڪيو.

جرڳي ختم ٿيڻ تي مولانا شمشير سيني کي يقين ڏياريو تہ هو پاڻ ملڪ ظريف سان تعلقات جي بنياد تي ان تجويز جي مخالفت نہ ڪندو. گڏوگڏ هن سڀني جرڳي کي ياد ڪرايو تہ هن جو اختيار ۽ حيثيت محدود هئي پر هو جيڪو بہ ڪري سگهيو اهو ضرور ڪندو.

جرڳي ڪي ۽ ان ۾ ڪيل فيصلن ڪي ذري گهٽ ٻہ مهينا ٿي ويا هئا. ٻن مهينن جي ڊوڙڊڪ ڪانپوءِ ماسترن جي تقرري ٿي وئي هئي ۽ اسڪول نهي چڪو هو. ڳوٺ جي آبادي صفا ٿوري هئي ان ڪري اسڪول وڃڻ وارن ٻارن جو انگ بہ گهٽ هو پر جڏهن کان اسڪول شروع ٿيو هو تہ ڳوٺ جي رونق وڌي وئي هئي ۽ ماڻهن جي زندگيءَ جا معمول تبديل ٿي ويا هئا. هر گهر ۾ هڪ نئين گهماگهمي هئي. يونيفارم جي تياري، ٻارن کي اسڪول لاءِ تيار ڪرڻ، گڏ ڪري ۽ روانو ڪرڻ هر گهر جو معمول بڻجي ويو هو. روزانہ صبح جو ۽ منجهند جو ڇوڪريون نيري قميص ۽ اڇي سلوار ۽ ڇوڪرا مليشيا جو وڳو پائي اسڪول ايندا ويندا هئا. اڪثر ٻار هڪ ٻئي سان هٿ ۾ هٿ ڏئي هلندا هئا. ڳوٺ جي رونق ڏسڻ وٽان هئي. مائٽ ۽ ٻار اسلم خان ۽ ملڪ ظريف جي ساراہ جا گانا ڳائيندا هئا ۽ هنن جي زندگي، صحت ۽ خوشحاليءَ لاءِ دعائون گهرندا هئا. ان دوران اسلم خان کي ڳوٺ جي ڪجهہ ماڻهن خبر ڏني هئي تہ مجموعي طور تي طالبان اسڪول ۽ خاص ڪري ڇوڪرين جي اسڪول کي سنئين نظر سان نہ ڏسو آهي تنهنڪري

ڳوٺ جي حفاظت خاطر ايندڙ ويندڙ شڪي ماڻهن تي نظر رکي ويجي. اسلم خان کي ڳوٺ ۽ سرحدي علائقي جي خبر هئي پر هن ان ڳالهه کي اهميت نہ ڏني. هن کي يقين هو تہ اسڪول جو پيهر کلڻ جيڪڏهن انسانيت لاءِ بهتري جهڙو قدم هو تہ الله سائين ان عمل جي حفاظت ڪندو.

اهڙن اجتماعي فلاحي ڪمن سان هر انسان کي فائدو ٿيندو آهي ۽ بنيادي طرح انهن اسڪولن جي نهڻ سان اسلامي تعليم کي ڪو خطرو ڪونهي. اسلم خان سڀ کان وڌيڪ ان ڳالهه مان مطمئن هو تہ چوڪريون اسڪول وڃڻ شروع ڪري چڪيون هيون. ڪنهن بہ ملڪ يا معاشري ۾ عورتون آباديءَ جو اڌ حصو هونديون آهن ۽ انهن کي گهر ويهاري ڇڏڻ ملڪ جي اڌ آباديءَ کي جاهل ڪري ڇڏڻ جهڙو آهي. ساڳيءَ ريت هر ٻار جي شروعاتي تعليم ماءُ جي تربيت سان ئي ٿيندي آهي. جيڪڏهن ماءُ پڙهيل نہ هوندي تہ هن جا ٻار اڻ پڙهيل ئي رهندا. اسلم خان کي چڱي ريت اندازو هو تہ جميد هوشيار ۽ سمجهدار هجڻ جي باوجود پنهنجي ٻارن کي پڙهائي نٿي سگهي. اڄ جيڪڏهن اسلم خان جون ڌيئرون

اسڪول وينديون تہ گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي اولاد کي تہ تعليم ڏئي سگهنديون. ڪنهن بہ معاشري ۾ اسڪول جي موجودگي تعليم کان سواءِ ٻين سماجي لاڙن کي پڻ سينگاريو آهي. جڏهن ٻار هڪ اسڪول ۾ هوندا آهن تہ هڪجهڙو ماحول ملندو اٿن. هنن کي هڪٻئي بابت خبرون ملنديون آهن هڪ ٻئي کان سکڻ جو موقعو ملندو آهي. هڪ ٻئي جي بابت ڄاڻ ملندي آهي. بهتر تهذيبي، اخلاقي ۽ معاشرتي قدرن کي هڪ گهر جي چار ديواريءَ وارو ماحول ملندو آهي.

هڪڙي ڏينهن سبز علي خان ملڪ ظريف جي حوالي سان اسلم خان کي ٻڌايو تہ ڳوٺ جي پرسان واري رستي کي ويڪري ڪرڻ سان ان رستي جي اهميت وڌي وئي هئي ۽ ان سان ڳوٺ جي ترقيءَ جا امڪان بہ روشن ٿي ويا آهن. هاڻ اهو رستو سڌو جلال آباد ۽ ڪابل تائين ويندو. نيٽو ۽ آمريڪي فوجن جي سامان جي اچ وڃ بہ ان ئي رستي ذريعي شروع ٿي وئي آهي. ملڪ ظريف بہ ان ئي رستي جي صفا ويجهو هڪڙو پيٽرول پمپ کولي ڇڏيو هو جنهن تي پنجاهہ سٺ ٽينڪر بيهارڻ جي گنجائش هئي ۽ هڪ وقت تي ڇهہ ٽينڪر ڊيزل پرائي سگهيا ٿي. ان پيٽرول

پمپ تي ملڪ ظريف جو ڪجهہ دڪان ۾ هڪ چانهہ ۾ مانيءَ جي هوٽل کولڻ جو بہ ارادو هو. سبز علي خان اسلم خان کي چيو تہ جيڪڏهن هن جي ان هوٽل کي هلائڻ ۾ دلچسپي هجي تہ ملڪ ظريف کي ضرور ٻڌائي ڇڏي. اسلم خان پهرين تہ سبز علي خان جا ٿورا مڃيا ۽ چيائين تہ هو ملڪ ظريف کي مبارڪباد بہ ڏي ۽ کيس ياد رکڻ لاءِ مهرباني لاءِ بہ چوي پر هو ان بابت هينئر ڪو جواب نہ ڏئي سگهندو. پهرين هو گهر وڃي جميلہ ۽ ٻارن سان صلاح مشورو ڪندو. هن سبز علي خان کي چيو تہ عمر جي ان حصي ۾ هو پنهنجو پاڻ کي ايترو طاقتور نہ ٿو سمجهي ۽ جيڪڏهن خستہ خان هن سان گڏ هجي ها تہ هو يڪدم ها ڪري ڇڏي ها. سبز علي خان سان ڳالهائيندي هو فوراً پنهنجي دڪان تي پهتو. دڪان کولڻ وقت سوچيندو رهيو تہ هو پنهنجو دڪان کي ڇڏي ان وڏي ڪم ۾ هٿ وجهي يا نہ. اسلم خان کي ان جو بلڪل اندازو ڪونہ هو تہ سندس ٻارن يا جميلہ جو ڪهڙو رايو هوندو. جيتوڻيڪ ان ۾ ڪو شڪ نہ هو تہ هن جي مالي حالتن ۾ ڪيترا پيرا اضافو ٿيڻ جو امڪان هو. دڪان بند ڪرڻ وقت بہ هو

سوچن جي سمنڊ ۾ ٻڏل رهيو. جيئن تيئن ڪري هو گهر پهتو ۽ ماني کائڻ کان اڳ جميل کي چيائين ته ماني ڪانپوءِ هن کي انتهائي اهم صلاح ڪرڻي آهي ۽ ان کان پوءِ هو پنهنجي ٻارن سان به مشورو ڪندو. جميل جلدي ماني تيار ڪئي ۽ ڇوڪرين کي چيائين ته پنهنجي اسڪول جا ڪم جلد ختم ڪري وٺن ته جيئن اُهي وڏن سان ويهي هڪ اهم موضوع تي پنهنجي راءِ ڏئي سگهن. ڇوڪريون پنهنجي ڪمن کي لڳي ويون. اسلم خان جي ماني پوري ڪرڻ تائين هو به وانديون ٿي ويون. گهر جا سيئي فرد اڱڻ ۾ گڏ ٿيا. جميل چانهه ٺاهي. چانهه پِئڻ دوران اسلم خان جميل سان پيٽرول پمپ ۽ ان جي پرسان هوٽل ۽ دڪانن بابت صلاح ڪري ورتي هئي. اسلم خان، جميل ۽ ٻارن کي ٻڌايو ته روڊ کي ڪشادو ڪرڻ سبب ڪري هيٺ ويڪرو ڪيو ويو هو ۽ ان سان ڳوٺ جي معيشت تي ڪهڙا اثر پوندا. هن چيو ته ملڪ ظريف هڪ تمام وڏو پيٽرول پمپ کوليو آهي جنهن تي هن کي هوٽل ۽ دڪان ٺاهڻا آهن. ملڪ ظريف جي خواهش هئي ته هو هوٽل کي اچي سنڀالي. جڳهه ملڪ ظريف جي هوندي پر سئو سيڪڙو منافعو اسلم

خان جو ٽيندو. هوٽل تي ماني، چانهه ۽ ٻيا مشروبات ميسر ڪري ڏيڻا پوندا. هن ٻڌايو تہ هوٽل تي ٽيندڙ هڪڙي ڏينهن جي آمدني هن جي ڳوٺ جي هفتي جي آمدني کان بہ ڪيترائي ڀيرا وڌيڪ هوندي، هن چيو تہ هاڻ هن ۾ ايتري طاقت ڪانہ رهي آهي تہ هو روزانہ بہ ڪان چار ڪلاڪ هوٽل تائين پهچڻ ۾ لڳائي ۽ ڪنهن وڏي ڪاروبار ۾ هٿ وجهي. جيڪڏهن خستہ خان گهر تي موجود هجي ها تہ هن لاءِ فيصلو ڪرڻ آسان هجي ها. پر هن جي مدرسي وڃڻ جي ڪري هو اڪيلي سر ايڏي وڏي ذميداري کڻڻ کان لنوائي پيو. جميلہ پنهنجن سيني ٻارن کان واري واري سان صلاح گهُري.

سيني ڇوڪرين جي مرضي هئي تہ هنن جو پيءُ پنهنجو واپار وڌائي، تہ جيئن گهر جي مالي حالت اڃا بہ بهتر ٿئي. امينہ جي شاديءَ کان پوءِ فوزيہ ڀينرن ۾ وڏي ۽ ڪافي سمجهہ واري هئي. ان صلاح ڏني تہ اسڪول کلي وڃڻ کان پوءِ هاڻ خستہ خان کي گهر واپس گهرائي سگهجي ٿو. موجوده حالتن ۾ گهر کان پري مدرسي ۾ پڙهڻ جو ڪو جواز نہ هو. ٻيو اهو تہ پيٽرول پمپ ۽ هوٽل سان جيڪڏهن سندس رهائش

جو بندوبست اتي ئي ٿي سگهي ٿو ته ڪيس روز گهر اچڻ جي به ضرورت نه رهندي. اسڪول جو ڪم ختم ڪرڻ ڪانپوءِ خسته خان هن جي مدد به ڪري سگهندو ۽ جي مدد نه به ڪري، تڏهن به گهر تي هڪ مرد جو موجود هجڻ ڪافي هوندو.

جميله اٿي فوزيه کي ڀاڪر ۾ ڀيڪوڙي چڏيو ۽ هن جي مٿي تي مِٺي ڏنائين. سيني گهر وارن کي فوزيه جي صلاح وڻي هئي. اسلم خان خوش ٿي چيو ته هو سڀاڻي سبز علي خان ۽ ملڪ ظريف کي ٻڌائيندو ۽ مدرسي وچي خسته خان کي ڳوٺ واري اسڪول ۾ داخل ڪرائي ڇڏيندو. اسلم خان ٻڌايو ته پيٽرول پمپ ڪم شروع ڪري ڏنو آهي ۽ هوٽل جي ٺهڻ ۾ هڪ ٻه هفتا لڳندا. ان وچ ۾ هو پنهنجي دڪان جو سامان سڙو ميڙي ونندو پر جيڪڏهن ڪيس ڪو مناسب ماڻهو ملي ويو ته پوءِ شايد هن کي دڪان بند ڪرڻ جي ضرورت به نه پوي. گهر جا سيئي فرد پنهنجيون صلاحون ڏيئي سمهڻ لاءِ پنهنجن پنهنجن هنڌن ڏانهن هليا ويا هئا.

صبح جو سيني گهر ياتين گڏ جي نيرن ڪئي. سيئي خوش هئا ته اسلم خان کي هڪ نئون ۽ وڏو

ڪاروبار شروع ڪرڻ جو موقعو ملي رهيو هو. ان ڪانسواءِ ان ڳالهہ جو بہ امڪان هو تہ شايد خستہ خان بہ گهر اچي وڃي.

پر هوڏانهن شمروز خان خستہ خان، کي هڪ اهم مشن تي ميرانشاهہ روانو ڪري رهيو هو.

ڇوڪريون تيار ٿي اسڪول هليون ويون ۽ اسلم خان معمول جي مطابق ڪانيون ڪرڻ لاءِ نڪري ويو. هن کي اڄ سبز علي خان ۽ ملڪ ظريف کي جواب ڏيڻو هو تہ هو هنن جي نئين پيٽرول پمپ تي هوٽل هلائڻ لاءِ تيار آهي، جڏهن هو جبل جي چوٽيءَ تان ڪانيون گڏ ڪري دڪان ڏانهن آيو پئي تہ ڪيس ڌماڪن جا آواز ٻڌڻ ۾ آيا. طالبان ملڪ ظريف جي پمپ تي بيٺل نيئو جي پندرنهن ترڪن کي راڪٽ لانچر جو نشانو ناهيو هو ۽ ان سان گڏ ئي طالبان جي ڪجهہ ماڻهن ملڪ ظريف وال جي ڇوڪرين جي اسڪول تي بہ چڙهائي ڪري ڇڏي هئي ۽ اسڪول جي عمارت کي باهہ ڏني هئائون جنهن ۾ ڳوٺ جا ڪجهہ شاگرد ۽ شاگرديائيون اجل جو شڪار ٿي ويون هيون.



ملڪ ظريف وال تي حملن جي ٻئي ڏينهن سبق شروع ٿيندي ئي شمروز خان مدرسي جي اڳڻ منجهان نظر آيو. مولانا سان مختصر ڳالهائڻ کانپوءِ هن شاگردن کي سبق بند ڪرڻ جو چيو ۽ ٻڌايائين تہ ويجهوئي ڊرون حملي جي ڪري وڏي تباهي ٿي آهي. هن چيو تہ مدرسي جي ٻارن کي اتي ٿيل بربادي ۽ تباهي ڏيکاري ويندي. بسن جو انتظام ٿي ويو آهي جيڪي ڪلاڪ اڌ ۾ پهچي وينديون. اعلان ختم

ڪرڻ ڪانپوءِ شمروز خان خستہ خان وٽ آيو ۽ هن کي ٻڌايائين تہ هو اڄ هن کي تربيت لاءِ ڪنهن ٻي جڳهہ تي وٺي وڃي ها پر هاڻ پروگرام مطابق هو ڪيس وٺي وڃي سگهندو پر هن مدرسي جي نئين مولوي صاحب سان ڳالهائي ڇڏيو هو جنهن حامي ڀريندي چيو هو تہ پريشاني جي ڪا ڳالهہ نہ هئي ڇاڪاڻ تہ جواڄ مدرسي ۾ ٻار نہ هوندا تہ هو واندو هو ۽ ان لاءِ هو خستہ خان کي پاڻ سان وٺي ويندو. خستہ خان کي چيو ويو تہ جلدي سان پنهنجو سامان ٻڌي وٺي تہ جيئن مولانا صاحب هن کي ڇڏي اڄ ئي موٽي اچي.

مدرسي ۾ ان نئين مولويءَ کي ويجهڙائي ۾ رکيو ويو هو ڇاڪاڻ تہ پراڻو مولويءَ پنهنجي ڳوٺ هليو ويو هو. ضعيفي ۽ نظر جي ڪمزوري جي ڪري هن کي ٻارن کي پڙهائڻ ۾ ڏکيائي پئي ٿي. پراڻي مولوي شمروز خان کي تمام اڳي پنهنجي مشڪلاتن بابت ٻڌائي ڇڏيو هو پر هن اهو بہ چيو تہ جيستائين ڪو متبادل نہ ملي تيستائين هو ڪم ڪندو رهندو. شمروز خان کي نئون مولوي ڳولهڻ ۾ ڏکيائي نہ ٿي هئي ڇاڪاڻ تہ هو پنهنجن دورن ۾ مسجدن ۾ رهندو هو. مولانا اڪبر خان سان هن جي ملاقات اهڙي ئي هڪ

دوري ۾ ٿي هئي. ملاقات ۾ هن بار پڙهائڻ جي رضامندي ڏيکاري هئي ۽ گذريل ڪجهه مهينن کان هو پنهنجيون ذميداريون نڀائي رهيو هو.

خستہ خان پنهنجو سامان ٻڌي آيو تہ مولانا اڪبر خان بہ پنهنجي تياري ڪري چڪو هو. ٻئي ڄڻا هوٽل تي بس جو انتظار ڪرڻ لڳا. شمروز خان مولانا صاحب کي سفر وغيره لاءِ اڳي ئي ڪجهہ رقم ڏئي ڇڏي هئي. ٻئي ڄڻا اچي هوٽل ۾ ويهي رهيا. ٻنهي نيرن اڳي ئي ڪري ڇڏي هئي ۽ منجهند جي مانيءَ ۾ اجان ڪجهہ دير هئي. هنن ڪجهہ دير ترسي هوٽل جي مينيجر کي مانيءَ لاءِ چيو. ان وچ ۾ مولانا اڪبر خستہ خان سان ويجهو ٿيڻ لاءِ پنهنجي باري ۾ ٻڌائڻ لڳو. ڳالهين ۾ مولانا اڪبر خان اهو تاثر ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي تہ هو خستہ خان جي پيءُ اسلم خان جو واقف هو. ٻنهي ڄڻن اجان ماني کائي پوري ڪئي تہ پري کان بس ايندي نظر آئي. خستہ خان اهو ڏسي اطمينان جو اظهار ڪيو. بس رڪجڻ تي ٻنهي پنهنجي پنهنجي سيٽ چونڊي ۽ پنهنجو سامان بس جي ڇت تي رکرائي ڇڏيو. ان دوران بس جي ٻين مسافرن هوٽل تي چانهہ وغيره پيتي ۽ ڪجهہ ماٺهو

نماز پڙهڻ هليا ويا. گهڻي قدر عورتون بس ۾ ئي وينيون رهيون. اڌ مني ڪلاڪ کان پوءِ بس پنهنجو سفر ٻيهر شروع ڪيو. ڊرائيور پراڻن گانن جي هڪ ڪيسيٽ لڳائي ڇڏي هئي جنهن ۾ موسيقي گهٽ ۽ گوڙ وڌيڪ هو. سفر دوران مولانا اڪبر خان، خسته خان سان ڪجهه وڌيڪ ڳالهيون ڪيون. ڪلاڪ ڏيڍ کان پوءِ مولانا صاحب، خسته خان کان هن جي سفر بابت پڇا ڪئي. خسته خان ٿورڙو حيران ٿيو. هن ته سمجهيو هو ته شمروز خان مولوي صاحب کي سڀ ڪجهه ٻڌائي ڇڏيو هوندو ته هو ڪيڏانهن ۽ ڪهڙي ڪم لاءِ ويو پئي. خسته خان همت ڪري حيرت منجهان مولانا صاحب کان پڇيو ته ڇا هن کي سفر بابت ڪا خبر نه هئي؟ مولانا صاحب هن کي چيو ته هن کي فقط ايتري خبر هئي ته هو هن کي ميرانشاهه وٺي پئي ويو. اتي خسته خان ڪجهه ماڻهن وٽ ترسندو ۽ هو پاڻ واپس موٽي ايندو. ان دوران خسته خان ضرور مولانا صاحب تي ڀروسو ڪرڻ شروع ڪندو. هن سوچيو ته شايد شمروز خان کي تڪڙ ۾ مولانا اڪبر خان کي ٻڌائڻ وسري ويو هو تنهن ڪري هن سوچيو ته هو سڄو تفصيل پاڻ ئي هن کي ٻڌائي.

خستہ خان هن کي ٻڌايو تہ هن کي هڪ خاص مشن لاءِ چونڊيو ويو هو ۽ ڪجهہ ابتدائي تربيت کان پوءِ هن کي ڪنهن خاص آپريشن لاءِ موڪليو ويندو. بنيادي طرح اهو مشن آمريڪي يا نيٽو فوجن کي نقصان پهچائڻ لاءِ هوندو جنهن جي تفصيل بابت هن کي ڄاڻ نہ هئي. مشن تمام اهم هو ۽ ان ۾ هن کي پنهنجي جان جو نذرانو بہ ڏيڻو پئجي سگهيو ٿي. پر هن کي پنهنجي شهادت بابت ڪا پرواهہ نہ هئي. هو بدلي جي باهہ ۾ سڙي رهيو هو ۽ چاهيائين ٿي تہ جلد ئي هو پنهنجي دشمن کي نشانو ناهي پنهنجي اندر جي باهہ کي وسائي سگهي. نيٽو ۽ ان جي ساٿارين کي تباهہ ڪري پنهنجي دل جي باهہ کي ٿڌو ڪري سگهي. خستہ خان پنهنجي ڳالهہ پوري ڪرڻ کانپوءِ مولانا اڪبر خان ڏانهن ڏٺو ۽ پڇيائين تہ ڇا هن ان بابت ڪڏهن سوچيو هو؟ هن اڃان پنهنجو سوال مڪمل ئي ڪيو هو تہ مولانا جي منهن تي پريشانيءَ جا آثار ڏٺائين ۽ هن جو منهن پيلو ٿي ويو هو. مولانا اڪبر خان جي خواب خيال ۾ بہ نہ هو تہ خستہ خان کي آپگهاتي حملو ڪندڙ طور استعمال ڪيو پئي ويو.

هن خستہ خان کي چيو تہ هن کڏهن بہ پنهنجي زندگيءَ کي ائين زيان ڪرڻ جو نہ سوچيو هو جيتوڻيڪ هن جي دل ۾ نفرت جو طوفان متل هو پر هو تشدد بدران امن ذريعي حل ڪيڻ جو حمايتي آهي. ٿوري دير کان پوءِ مولانا اڪبر خان پنهنجي کيسي مان موبائيل فون ڪڍي ڪنهن اڻجاتل ماڻهوءَ سان ڳالهايو. فون تي ڳالهائڻ کان پوءِ هن خستہ خان کي ٻڌايو تہ هن ميرانشاهہ فون ڪيو هو جتان هن کي اطلاع مليو تہ پروگرام تبديل ٿي ويو آهي ۽ في الحال خستہ خان کي اوڏانهن وڃڻ جي ضرورت نہ آهي. ان ڪري هو کيس ڪجهہ ڏينهن لاءِ ڪراچيءَ وٺي ويندو جتي هو ڪجهہ ماڻهن کي سڃاڻندو هو ۽ جن وٽ هو ڪجهہ ڏينهن ترسندا. تي سگهي ٿو تہ هو هن کان ٿورو گهڻو ڪم بہ ڪرائين يا ڪنهن گهر ۾ نوڪري وٺي ڏين. هن خستہ خان کي خاطري ڏياري تہ پروگرام جي اها تبديلي عارضي هئي ۽ هو جلد ئي هن کي ڪراچيءَ مان ميرانشاهہ وٺي ويندو. خستہ خان کي پروگرام جي تبديليءَ جي خبر ٻڌي ڪابہ پريشاني نہ ٿي. هن ڪراچيءَ بابت گهڻو ئي ٻڌو هو پر هن جي وهم گمان ۾ نہ هو تہ هڪ ڏينهن هو ڪراچيءَ کي

پنهنجي اکين سان ڏسي سگهندو. هو اندر ۾ خوش هو ته ان بهاني هو ڪراچي گهمي ويندو. سفر ڪافي ڏگهو هو ۽ ان دوران هو مولانا اڪبر خان سان ڪافي ويجهو ٿي ويو هو ۽ هن کي ڏگهي سفر جي خبر به نه پئي.

شمروز خان مولانا اڪبر ۽ خسته خان کي روانو ڪرڻ وقت جاٽي واٽي ڪري مدرسي جي شاگردن جي دوري جي منزل بابت ڪونه ٻڌايو هو جنهن جو مقصد شاگردن کي ملڪ ظريف وال ۽ ملڪ ظريف جي پيٽرول پمپ تي طالبان طرفان ڪيل حملي ۽ ڊرون حملي منجهان ٿيل تباهي ڏيکارڻ هئي. شمروز خان کي شڪ هو ته جيڪڏهن هن ڳوٺ يا پيٽرول پمپ جي تباهي بربادي ۽ اتي ٿيل جاني نقصان بابت خسته خان کي ٻڌايو ته ڪٿي هو هتان نڪري نه وڃي ۽ هن جي تاهيل پروگرام ۾ رنڊڪ نه پوي.



شمروز خان کي پروگرام اوچتو مٽائڻو پيو. هن خستہ خان کي پاڻ ميرانشاھہ ڇڏي اچڻ تي چاهيو. پر ملڪ ظريف وال تي ٿيندڙ اوچتي حملي جي ڪري هن کي متبادل طريقو اختيار ڪرڻو پيو ۽ هن کي مولانا اڪبر خان ذريعي موڪلڻو پيو. جيتوڻيڪ هن نئين مولويءَ جي چونڊ سوچي سمجهي ڪئي هئي پر ايتري ٿوري عرصي ۾ ڪنهن تي ايترو ڀروسو ڪرڻ خطري کان خالي نہ هو. شمروز خان سوچيو تہ شاگردن

کي ٻرون حملي ۾ ٿيل تباهي ۽ بربادي ڏيکارڻ بہ ضروري هو تہ جيئن هو مستقبل لاءِ جهادي تيار ڪري سگهي. هن کي پنهنجي مدرسي لاءِ امداد بہ ملندي رهي ۽ هن جي هوٽل جو ڪاروبار بہ بنا خرچ جي هلندو رهي. مدرسي جي ٻارن کي وٺي وڃڻ لاءِ هن ٽن بسن جو انتظام ڪيو هئو تہ جيئن وڌ ۾ وڌ شاگرد وٺي وڃي سگهي.

خستہ خان ۽ مولانا اڪبر خان جي وڃڻ جي ٿوري ئي دير ڪانپوءِ بسون مدرسي پهچي ويون سيئي شاگرد بسن ۾ چڙهي ويٺا ۽ بسون روانيون ٿي ويون. سفر جي دوران ٽنهي بسن ۾ مڪمل خاموشي ڇانيل رهي. خستہ خان جي روانگيءَ کان پوءِ شمروز خان بس ۾ ويٺل سيني طالبان کي ملڪ ظريف وال جي تباهي بابت آگاهي ڏئي ڇڏي هئي. هن سيني کي ٻڌايو تہ اهو ٻرون حملو پنهنجي نوعيت جو واحد حملو هو جيڪو هڪ ئي وقت ٻن هنڌن تي ڪيو ويو هو. ان حملي ۾ ٿيل جاني ۽ مالي نقصان جو مثال اڳي ڪيل حملن ۾ نٿو ملي. ڪجهہ ٻرون ميزائيل ٻارن جي اسڪول تي بہ ڪريا هئا. جنهن سبب نہ رڳو عمارت ملبي جو ڍير بڻجي وئي هئي پر اسڪول ۾ ڪلاسن ۾

موجود ڪيترائي ٻار ٻہ اجل جو شڪار ٿي ويا هئا. شمروز خان ٻارن کي سعيو ڪري سچ نہ ٻڌايو جڏهن تہ اسڪول ۾ پيٽرول پمپ تي ٻيهريون حملو طالبان ڪيو هو . پيٽرول پمپ تي عملي ۾ اسڪول جي شاگردن ۾ شاگرديائين جون حياتيون طالبان جي حملي ۾ زيان ٿيون هيون. طالبان اسڪول تي ان وقت چڙهائي ڪئي هئي جڏهن اسڪول شاگردن سان پريو پيو هو.

ڪجهہ ڪلاڪن جي سفر ڪانپوءِ بسون پنهنجي منزل تي پهچي ويون. بسن جي ٻيهي وڃڻ ڪان پوءِ ٻار هيٺ لهڻ شروع ٿي ويا هئا. رستي جي پرسان پيٽرول پمپ سڙي خاڪ ٿي ويو هو. پيٽرول ۾ ٽائرن جي سڙڻ جي ڌپ اڃان تائين ماحول ۾ هئي. ڪجهہ جڳهين تان اڃان ٻہ دونهون نڪري رهيو هو. انسانن جي سڙڻ جي ڪري ماحول ۾ هڪ خوف جي فضا ٻہ هئي.

رستي جي ڪناري تي ڪجهہ ماڻهو اڳئي بسن جي انتظار ۾ هئا. شمروز خان پنهنجي اچڻ جو اطلاع موبائيل ذريعي ڪري ڇڏيو هو. شمروز خان بسن جي ڊرائيورن کي چيو تہ هو ٻارن کي لاهڻ ڪانپوءِ بسون ڪچي ۾ ٻيهاري هنن سان گڏجي پنڌ هلن. رستي جي

ڪناري تي هڪ پيو ننڍڙو رستو هو جنهن سان گڏ هڪ ڪچو نهيل رستو بہ هئو جنهن تي هڪ تير جي نشان سان ملڪ ظريف وال لکيل هو. اهو رستو، مک رستي جي ڪناري کان ڪافي پنڌ تي هو ۽ اوچن جبلن ۽ پهاڙن وٽان ٿيندو گذرندو هو. هتي رستو ناهڻ ڏکيو ڪم هو. انڪري ڳوٺ جا ماڻهو سالن کان اهو سفر پنڌ ئي ڪندا آيا هئا.

مسجد جي مولانا، ملڪ ظريف، سبز علي خان ۽ ڪجهہ ٻين ماڻهن ڏکويل دل سان هنن جي آجيان ڪئي. ملڪ ظريف جو منهن خاص طور تي لٿل هو. شمروز خان کي سلام ڪرڻ کانپوءِ ملڪ ظريف سڄي ويل پيٽرول پمپ، دڪانن ۽ هوٽل ڏانهن اشارو ڪندي ٻڌايو تہ ڪجهہ هفتا پهرين ئي انهن جو افتتاح ڪيو ويو هو ۽ ڪالهہ صبح تائين هر ڪا شئي ٺيڪ هئي. هن ٻڌايو تہ هن پنهنجا سمورا وسيلا استعمال ۾ آڻي ايترو وڏو ڪاروبار شروع ڪيو هو. دڪانن، هوٽلن ۽ پمپ جي ڪري ملڪ ظريف وال جي ڪيترن ئي خاندانن جو رزق هليو پئي. هن شمروز خان کي ٻڌايو تہ نہ فقط ان روزيءَ جي ذريعي جو خاتمو ٿي ويو هو پر اتي ڪم ڪندڙ ڪيترائي ملازم

اجل جو شڪار ٿي چڪا هئا. ڪجهہ ماڻهو شديد زخمي هئا جن کي ويجهي اسپتال اماڻيو ويو هو. شمروز خان ۽ مدرسي جا ٻار ملڪ ظريف جو خوفناڪ داستان ٻڌندا رهيا. پنهنجي ڪهاڻي پوري ڪري ملڪ ظريف ڪنڌ جهڪائي خاموش ٿي ويو. ملڪ ظريف کي ايترو ڏکوبل ۽ پريشان هن کان اڳ ڪڏهن بہ نہ ڏنو ويو هو.

شمروز خان ملڪ ظريف کي ٻڌايو تہ هنن جو ڳوٺ ۾ قيام ڏگهو نہ هوندو پر ٻنپهرن جي ماني ڳوٺ ۾ ئي کائيندا. ملڪ ظريف. سبز علي خان کي اشارو ڪيو تہ سيني کي ڳوٺ جو اسڪول ۽ بازار ڏيکاري جتي تباهي ٿي هئي. ڪجهہ منٽن ۾ اهو قافلو ڳوٺ جي بازار ۾ پهچي ويو. سبز علي خان شمروز خان کي ٻڌايو تہ طالبان جي پيٽرول پمپ ۽ اسڪول تي ڪيل حملي کان ڪجهہ ئي دير پوءِ ملڪ ظريف وال تي ڊرون حملو ڪيو ويو هو. سڄي بازار مٽيءَ جو ڍير ٿي وئي هئي. ڪجهہ دڪانن جو ملبو هيٺ وهندڙ درياهہ ۾ بہ وڃي ڪريو هو. لڳ ڀڳ پنجويهہ ماڻهو مارجي ويا هئا ۽ وڏو مالي نقصان پڻ ٿيو هو. انهن دڪانن ۾ ڳوٺ جو مشهور ۽ پراڻو ٽانون جو دڪان بہ شامل هو جنهن

جو مالڪ اسلم خان پنهنجي دڪان سميت زمين ۾ پورجي ويو هو.

شمروز خان جڏهن دڪان جي ويجهو پهتو تہ هن کي هڪ برقعو پاتل عورت پنهنجين ڌيئرن سميت روئيندي ڏسڻ ۾ آئي. شمروز خان فوراً سمجهي ويو تہ اها خستہ خان جي ماءُ جميلہ هئي شمروز خان اڳتي وڌي پنهنجو تعارف ڪرايو ۽ کيسي مان ڪجهہ رقم ڪڍي جميلہ جي هٿ ۾ ڏنائين. ڪجهہ دير جميلہ ۽ ان جي ڌيئرن کي دلاسا ڏيڻ کانپوءِ شمروز خان هنن کي ٻڌايو تہ ڪجهہ سرنديءَ وارن ۽ خيرخواهہ قسم جي ماڻهن علائقي جي ڇوڪرين ۽ ڇوڪرن لاءِ هڪ مدرسي جو انتظام ڪيو آهي جنهن ۾ ڇوڪرين کي قرآن جي تعليم کان سواءِ رهائش، ڪاڌو پيتو بہ ڏنو ويندو ۽ گڏ ئي سلائي ۽ پرت جي سکيا بہ ڏني ويندي. علائقي ۾ هي پنهنجي نوعيت جو پهريون ادارو هوندو. شمروز خان واعدو ڪيو تہ هو پوري ڪوشش ڪندو تہ اسلم خان جي ڇوڪرين کي مدرسي ۾ ترجيحي بنياد تي داخلا ڏني وڃي.





پاڪستانين جي وطن سان محبت ڪي جڏهن بہ ڏنگيو ويو تہ ان جي پٺيان هميشہ اسان کي لڪل نانگن جا ڦڻ نظر آيا. پاڪستان جي جائز يا ناجائز حڪمرانن هميشہ پاڪستان ۽ ان جي غيرتمند عوام جو سستو سودو ڪيو آهي. اهڙن حڪمرانن جو يا انهن جي اقتدار جو خاتمو ڪٽي ڪيئن بہ ٿيو هجي، پر انهن جي پوکيل ٻج هاڻ ٻير جي وڻن وڻن جي شڪل وٺي چڪي آهي. اهڙن ئي ڪنڊن سان ڀريل هڪ وڻ مذهبي انتها پسندي جو بہ آهي جيڪو آمر حڪمرانن پوکيو ۽ سعودي عرب، آمريڪا ۽ نالي ماتر اسلامي جماعتن ان جي آبياري ڪئي ۽ پروان چڙهايو. ان عمل ۾ تعليمي ادارن جي تقدس جي لتاڙ ڪئي وئي. دهشتگرديءَ جو نشانو ٺاهيو ويو ۽ راتو رات تعليم جي نالي ۾ مدرسن جي شاگردن کي ترقي پسند سوشلسٽ روس خلاف استعمال ڪيو ويو. روس جي شڪست کان پوءِ بہ اهي شاگرد (طالبان) ڪشمير ۽ افغانستان ۾ استعمال ڪيا ويا. ان موتمار مرض جو زهر شايد پنهنجو موت پاڻ ئي مري وڃي ها پر القاعده جي سرگرمين ۽ يارهين سيپٽمبر جي حملي کانپوءِ افغانستان تي آمريڪي حملي انهن مدرسن ۾ نئون روح ڦوڪي ڇڏيو. هن دفعي آمريڪا کي پنهنجي پيدا ڪيل مرض جي دوا پاڻ ئي پيئڻي پئي آهي. القاعده کي ختم ڪرڻ کانپوءِ آمريڪا طالبان خلاف فوجي جنگ جاري رکي، جنهن جو نقصان عام پشتونن کي سهڻو پيو. ڊرون حملن جي ڪري هزارين بيگناهہ پشتونن کي پنهنجي حياتيءَ تان هٿ کڻڻو پيو، جن ۾ اڪثريت ٻارن ۽ عورتن جي هئي. ٻين جي اشارن تي نچندڙ پاڪستاني حڪمرانن کو بہ اهڙو سخت قدم نہ کنيو جنهن ذريعي ان بين الاقوامي جنگي ڪاهہ کي روڪي سگهجي. نہ فقط بيشمار بيگناهہ پشتونن جون زندگيون ضايع ٿينديون رهيون، پر آپگهاتي حملن ۽ بم ڌماڪن جي نتيجي ۾ ملڪ جي سيني حصن ۾ رنگ، نسل ۽ مذهب جي تفريق ڪئي بنان خون سان هولي کيڏي پئي وڃي.

اڄ اسان جي ملڪ ۾ قتلام جي بازار، انهن انتهاپسندن جي پيدا ڪيل آهي. ملڪ ۾ عورتن ۽ ڇوڪرين کي روزگار ۽ تعليم حاصل ڪرڻ کان محروم رکڻ ۾ بہ اهي مدرسا اهم ڪردار ادا ڪري رهيا آهن. ملالہ تي حملو بہ ان سلسلي جي هڪ ڪڙي هئي. هڪ سازش تحت پاڪستان ۾ ڦهلجندڙ روشنين کي انڌهہ ڏانهن ڌڪڻ وارن کي ان وقت سخت مايوسي ٿي جڏهن پاڪستانين جي اڪثريت جنهن ۾ عورتون ۽ شاگرديائيون بہ شامل هيون، اهي احتجاج ڪندي رستن تي نڪري آيون ۽ هڪ زبان ٿي ملالہ تي حملي جي سخت مذمت ڪيائون.

ڊاڪٽر عمر دراز خان

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ڀاڙي، ڪاٺُو، ڀاڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڍي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي همٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن ڄاڙ وڏي تي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ٽائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ٽائي ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)